

# منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي

مطبوعات سنڌي ادبي سوسائٽي نمبر (٣)



# منهنجي مختصر آتم ڪهاڻي




بقلم

شمس العلماءِ ڊاڪٽر عمر بن محمد دائودپوٽا



قيمت چار روپيا

١٩٦٢ع

شايع ڪندڙ

**سنڌي ادبي سوسائٽي**

٢٨٦، گلشن منزل، گارڊن ايسٽ، ڪراچي—٣.

سلسله مطبوعات سنڌي ادبي سوسائٽي (٣)

# مُنهنجي مُختصر آتم ڪهاڻي

ترجمو ڪندڙ ـــــــــــــــــــــــ بي . اي تائين

شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽا

زير هدايت ۽ اهتمام :ـ

محترمه خديجه بيگم دائود پوٽه



شايع ڪندڙ

سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچي

٢٨٦ گارڊن ايسٽ، ڪراچي- ٣

دفعو - پهريون ڇاپو - ڪاپيون - هڪ هزار

قيمت :- في ڪاپي :- پنج روپيا

انٽر نيشنل پريس، مئڪلوڊ روڊ ڪراچيءَ ۾ ڇپيو.



## ”الولد سر لابيه“
## (پٽ پيءُ جو راز آهي)

مرحوم شمس العلماء عمر بن محمد
دائود پوٽي جي ”مختصر آتم ڪهاڻي“
سندن سڀ کان ننڍي فرزند ارجمند
عزيزي ميان قمرالدين عيسيٰ دائود پوٽه

سلمه تعاليٰ جي نالي منسوب ڪئي وئي آهي، ڇو ته عزيزي موصوف ۾ آهي سموريون خوبيون، خصلتون، ذهانت ۽ ذڪاوت ڏٺي وئي آهي، جا سندن والد بزرگوار ۾ هئي. بقول سعدي (رح).

”بالائي سرش ز هوشمندي
مي تافت ستارهء بلندي“

شال ڏٺي وڏي حياتي ڏئيس ۽ علم جي دولت سان مالا مال ڪريس
آمين يا رب العالمين !

اميد آهي ته عزيزي سلمه وڏو ٿي پنهنجي والد بزرگوار وانگر قوم لاءِ فخر جو ڪارڻ بڻبو ۽ والد بزرگوار جون سڪون لاهيندو.

# فهرست



## تمهيد

اڄ کان ڏهه سال اڳ، جڏهن "پاڪستان پبليڪيشنس" فيبروري ١٩٥٠ع ۾ رسالي "نئين زندگيءَ" کي "اطلاعاتي بليٽن" کان بدلائي هڪ ادبي مخزن جو روپ ڏنو، تڏهن ان کي بهتر بنائڻ لاءِ اداري جي اڳين ڊائريڪٽر مسٽر عزيز احمد (حال اردو پروفيسر ۽ محقق اردو ادب لنڊن يونيورسٽي) سڀ کان اڳ مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي سان ڳالهه ٻولهه ڪئي. (تن ڏينهن ۾ ڊاڪٽر صاحب صوبي سنڌ ۾ تعليم کاتي جا ڊائريڪٽر هئا.) مرحوم شمس العلماء "پاڪستان پبليڪيشنس" جي ڊائريڪٽر کي پورو يقين ڏياريو ته هيءَ ادبي مخزن ضرور ڪاميابيءَ سان هلندي ۽ هو پاڻ به ان لاءِ مضمون لکندا ۽ خريدار پيدا ڪرڻ ۾ مدد ڏيندا. مرحوم شمس العلماء دائود پوٽي پهرين پرچي لاءِ پنهنجو هڪ تحقيقي مقالو "انسان ڪامل ڀٽائي (رح) جي نظر ۾" ڏنو ۽ راقم الحروف کي فرمايو ته "سڀاڻي ڏهين بجي منهنجي آفيس ۾ اچجو ته رسالي کي زور وٺائڻ بابت ڪي تجويزون اوهان کي ٻڌائيندس ۽ ان جي خريدارن جي هڪ لسٽ پڻ ڏيندس." حڪم مطابق هيءُ ٻندو سندن آفيس ۾ حاضر ٿيو. پاڻ همٿائيندي فرمايائون ته "هن وقت سنڌي رسالن جي اٿاٿ آهي. سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪو رسالو شايع ڪونه ٿو ٿئي، تنهنڪري ڪمر ڪشي هن رسالي جي ڪم ۾ لڳي وڃو.

مان هر وقت توهان جي مدد ڪرڻ لاءِ تيار آهيان ۽ ”پاڪستان پبليڪيشنس“ جي ڊائريڪٽر مسٽر عزيز احمد کي توهان جي لاءِ پارت ڪندس، پر توهان کي محنت سان ڪم ڪرڻو پوندو ۽ رسالي کي پابنديءَ سان وقت تي شايع ڪرڻو پوندو.“ ان کان پوءِ فرمايائون ته ”هيءُ منهنجو ذاتي چندو وٺو ۽ هي ٽن سون اسڪولن جي لسٽ آهي، انهن کي رسالو موڪليو ۽ بل ڊي. پي. آءِ جي آفيس ۾ پهچايو.“

اهڙي نموني سان رسالي ”نئين زندگيءَ“ جي شروعات ٿي. انهيءَ حقيقت کي اڳ رکندي، مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي کي هن رسالي جو باني چوڻ بلڪل درست ٿيندو ۽ هي پڻ هڪ حقيقت آهي ته رسالي ”نئين زندگيءَ“ جي ڪاميابيءَ جو سهرو مرحوم شمس العلماء جي سر آهي. سندن تاڪيدي حڪم هو ته: ”رسالي جي سلسلي ۾، جنهن وقت ضرورت پيئي ته مون سان بنا روڪ ٽوڪ جي ملندا رهو.“ انهيءَ ڪري هيءُ بندو سدائين سندن آفيس ۾ ۽ سندن بنگلي تي رسالي جي سلسلي ۾ ملندو رهيو. جڏهن پاڻ ”اولهه پاڪستان“ جي پبلڪ سروس ڪميشن جا ميمبر هئا ۽ ڪراچيءَ کان ٻاهر لاهور ۾ قيام هون، تڏهن به آتان ضروري هدايتون خطن ذريعي موڪليندا رهندا هئا ۽ رسالي جي ترقي ۽ واڌاري تي ڏاڍا سرها ٿيندا هئا ۽ جڏهن ڪا ڀل چڪ ٿيندي هئي ته پاڻ فرمائيندا هئا ته ”گذشته راصلوات، آينده را احتياط.“

رسالي ”نئين زندگيءَ“ مان انهيءَ دلي لڳاءَ سببان ۱۹۵۶ع ۾ پروفيسر لطف الله بدوي صاحب جي مشوري ۽ تحريڪ سان سندن خدمت ۾ هيءَ درخواست پيش ڪئي وئي ته ”ڪهڙو نه چڱو ٿئي جيڪڏهن اوهان پنهنجي زندگيءَ جا قيمتي تجربا قسط وار رسالي ”نئين زندگيءَ“ جي پڙهندڙن



لاءِ لکو.“ پاڻ فرمايائون ته: ”ان بابت ڏينهن ٻن کان پوءِ، ڪجهه سوچي پوءِ جواب ڏيندس.“ نيٺ ٽن ڏينهن جي اوسيڙي کان پوءِ سندن خدمت ۾ حاضر ٿيس ۽ ڪين پنهنجي ”آتم ڪهاڻي“ لکڻ تي تيار ڏٺم ۽ هڪ هفتي کان پوءِ پهرين قسط ڏيڻ جو وعدو به ڏنو، جا هڪ هفتي ۾ ملي وئي ۽ جنوري ۱۹۵۷ع جي پرچي ۾ اشاعت هيٺ اچي وئي.

انهيءَ سلسلي جي پهرين قسط ڇپجڻ کان پوءِ پڙهندڙن جو ايڏو چاهه وڌيو جو رسالي جا هڪ هزار خريدار وڌي ويا. سنڌ جي ڪنڊڪڙڇ مان ڪيترائي تحسين ۽ تعريف جا خط آيا ۽ سنڌ جي ”جهونن جوڳين“ جو اهو تاڪيد ٿيندو رهيو ته اهو سلسلو باقاعدگيءَ سان سرندو رهي. مرحوم شمس العلماء دائود پوٽه، پٽائي (رح) جي رسالي جي ڪم ۾ زبردست مصروفيت جي باوجود هر مهيني جي آخري آچر تي ”آتم ڪهاڻيءَ“ جي قسط لکندا هئا ۽ پنهنجي عديم الفرصتيءَ سببان وري نظر ثاني محترمه بيگم دائود پوٽه صاحبه ڪنديون هيون ۽ بيگم صاحبه طرفان ايندڙ قسط لاءِ ڪين تاڪيد ٿيندو رهندو هو.

مرحوم شمس العلماء دائود پوٽه جي ”آتم ڪهاڻيءَ“ جي مسلسل قسطن ڇپجڻ ڪري رسالو ”نئين زندگيءَ“ ڏينهون ڏينهن اشاعت ۾ وڌندو ويو. انهن ڏينهن ۾ هندوستان مان ڪيترن اديب دوستن جا تعريفي خط پهتا ۽ انهن اهي سمورا پرچا گهرايا، جن ۾ مرحوم دائود پوٽه جي ”آتم ڪهاڻيءَ“ جون قسطون شايع ٿيون هيون.

مرحوم شمس العلماء جي ”آتم ڪهاڻيءَ“ جي مقبوليت ڏسي هڪ ”شرارت پسند گروه“ پهريائين ته ايڊيٽر ”نئين زندگيءَ“ جي نالي گمنام خط لکڻ شروع ڪيا. انهن خطن جو مضمون هڪ ئي هوندو هو ته:

”دائود پوٽه جي ”آتم ڪهاڻي“ وارو مضمون هڪدم بند ڪريو.“ راقم الحروف انهن غلاظت جي پرزن ڏي ڪو به ڌيان نه ڏنو، ڇو ته اها شرارت ڪن آڱرين تي ڳڻڻ جيترن ادب جي مٽ گهرن پاران هئي. انهيءَ وچ ۾ مرحوم شمس العلماء کي انهيءَ بيهودگيءَ کان چاڻي واڻي ناواقف رکيو ويو، جيئن پاڻ ”آتم ڪهاڻيءَ“ جون قسطون باقاعده لکندا رهن.

نيٺ ۱۹۵۸ع جي شروعات ۾ انهيءَ ”شرارت پسند گروه“ ان وقت پنهنجي بيهودگين جو نشان سنڌون سڌو مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽه کي بڻايو، جنهن جو نتيجو اهو نڪتو جو مرحوم ڪم جي ڪثرت ۽ ناسازيءَ طبع جو عذر ڪري پنهنجي آتم ڪهاڻي لکڻ بند ڪري ڇڏي. هيل تائين مرحوم يارهن قسطون لکي چڪا هئا. چار پنج مهينا گذري ويا، جن ۾ مرحوم ڪجهه به نه لکيو. رسالي ”نئين زندگيءَ“ جي پڙهندڙن جا خط اچڻ لڳا ته شمس العلماء جي ”آتم ڪهاڻيءَ جون قسطون، ڇو بند ڪيون اٿو؟“ ڪيترا پيرا کين التجائون ڪيون ويون ۽ کين خط ڏيکاريا ويا ته سائين! توهان سنڌي ادب لاءِ چڱو نسو ڪري رهيا آهيو، اوهان پنهنجي ”سرگذشت“ لکڻ ڇو بند ڪري ڇڏي آهي؟ پاڻ فرمائيندا هئا ته ”وقت اچڻ تي ان کي پورو ڪيو ويندو. هينئر ته پٺاڻي (رح) جي رسالي جو ڪم گهڻو آهي ۽ ان کي مڪمل ڪرڻ ضروري آهي.“

رسالي ”نئين زندگيءَ“ جي پڙهندڙن جي مسلسل اصرار تي وري سندن خدمت ۾ عرض ڪيو ويو ۽ کين پراڻو وعدو ياد ڏياريو ويو ته جيئن اوهان فرمايو هو ته رسالي ”نئين زندگيءَ“ جي هر طرح مدد ڪندا رهندو، هينئر مهرباني ڪري پنهنجي ”سرگذشت“ وارو سلسلو وري شروع ڪريو! (اهو واقعو شروع نومبر ۱۹۵۸ع جو آهي) پاڻ جواب



۾ فرمايائون ته: ”جيتوڻيڪ سنڌ جي ڪن نوجوانن کي منهنجي ”آتم ڪهاڻي“ پسند نه آهي، تڏهن به آئون توهان جي چوڻ تي پيهر لکڻ شروع ڪندس، ۽ ڊسمبر ۱۹۵۸ع جي پرچي لاءِ ٻارهين قسط ڏيندس.“ اسان عقيدتمند انهيءَ خيال ۾ خوش هئاسون ته هي علم و ادب ۽ روحانيت جو درياهه وري پلٽ کندو ۽ جڏهن هيءَ ڪتاب پورو ٿيندو ته منجهس هڪ پاسي علم و ادب جا املهه ماڻڪ هوندا ته ٻي پاسي هڪ اهڙي شخصيت جي زندگيءَ جا تجربا هوندا، جا خودداريءَ کان ڪم وٺي علم و ادب جي آسمان تي هڪ آفتاب بڻجي چمڪي ۽ جنهن جي روشني وطن عزيز جي تاريڪ ماحول کي روشن ڪيو، ۾ بقول شاعر:-

”مادرچه خياليم و فلڪ درچه خيال“

۲۲ نومبر ۱۹۵۸ع جو ڏينهن ڪيڏو نه دردناڪ هو، جڏهن هيءَ سڳوري شخصيت پنهنجي عقيدتمندن، شاگردن، مداحن، اهل و عيال ۽ عزيزن کي دائمي جدائيءَ جو داغ ڏيئي رب ڏانهن راهي ٿي وئي. شال رب جون رحمتون مٿس سايه افگن هجن!

مرحوم دائود پوٽي جهڙيون شخصيتون هر روز پيدا نه ٿينديون آهن. جيڪڏهن پيدا ٿينديون به آهن ته زنده قومن ۾. اسان جهڙي ڪاهل ۽ بيحس قوم ۾ نه معلوم مولا ڪيئن مهر ڪري هڪ غريب گهراڻي مان اهو انسان پيدا ڪيو، جنهن جي علمي ۽ ادبي ڪارنامن جي روشني ”مهراڻ جي ماڙيءَ“ کي سدائين روشن رکندي ۽ جنهن جي چڱن لڇڻن جي سڳنڌ وطن عزيز جي ڪنڊ ڪڙڇ کي سرهاڻ بخشيندي رهندي!

هن عظيم شخصيت جا ادبي شه پارا، علمي تحقيقون ۽ زندگيءَ جا سبق آموز تجربا ايندڙ نسل لاءِ مشعل - راه جو ڪم ڏيندا. مرحوم

شمس العلماء جي پهرين ورسي تي سندن "آتم ڪهاڻي" سندن قائم ڪيل "سنڌي ادبي سوسائٽيءَ" پاران سندن ياد کي قائم رکڻ لاءِ شايع ڪئي وئي ئي. مرحوم جي "آتم ڪهاڻيءَ" رسالي "نئين زندگيءَ" جي صفحن ۾ ٽڙيل پکڙيل هئي؛ جنهن کي يڪجا ڪري شايع ڪيو ويو ته جيئن ايندڙ نسل سندن زندگي جي تجربن مان ڪجهه فائدو پرائي. هونئن ته سندن شاگرد رشيد محترم پرنسپال ڊاڪٽر عارف شاه گيلاني "عمده" نالي سان سندن هڪ تذڪرو تيار ڪري رهيو آهي، اميد آهي ته جلد شايع ٿيندو. تنهن کان سواءِ سندن ٻه عقيدت مند يعني محترم رحيمداد خان مولائي شيدائي ۽ محترم پروفيسر لطف الله بدوي سندن مفصل سوانح حيات تيار ڪري رهيا آهن، جا اميد آهي ته سال ڏيڍ جي عرصي ۾ شايع ٿي وينديون.

محترمه بيگم دائود پوٽه، پنهنجي نامور خاوند وانگر هڪ طرف علم جي دولت سان مالا مال آهي ته ٻئي طرف قومي احساس ۽ وطن عزيز جي علمي آثارن کي محفوظ رکڻ ۾ به پيش پيش آهي. محترمه بيگم دائود پوٽه جي هدايتن هيٺ هيءَ ڪتاب شايع ٿي رهيو آهي. هيل تائين مرحوم شمس العلماء جي تربت ۽ مٿس "لوح" جو ڪم تڪميل تي پهچايو ويو آهي. هينئر مرحوم جي پهرين ورسي جي موقعي تي سڀ کان اڳ مرحوم جي خود نوشته سوانح عمري "مختصر آتم ڪهاڻي" بيگم صاحبه جي نگرانيءَ ۽ هدايتن هيٺ ئي شايع ٿي رهي آهي. اهو ڪم پوري قوم جو هو جو هن قوم جي محسن جي يادگار قائم ڪرڻ لاءِ گهڻو ڪجهه ڪري سگهي ها. محترمه بيگم دائود پوٽي کي جس هجي، جا پنهنجي نامور خاوند جي يادگار قائم ڪرڻ لاءِ جيڪي ڪوششون ڪري رهي آهي، سي پوري قوم لاءِ فرض ڪفايه جي حيثيت رکن ٿيون.



محترمه بيگم دائود پوٽه جي سامهون مرحوم شمس العلماء جا سڀئي ادبي آثار جهڙوڪ، "آتم ڪهاڻيءَ"، خط، مضامين ۽ مختلف ڪتاب جيڪي مسودن جي صورت ۾ آهن، تن کي طباعت جي زيور سان آراسته ڪري، قوم جي اڳيان پيش ڪرڻ جو پروگرام آهي ۽ انهيءَ جي سموري آمدني شمس العلماء جي برپا ڪيل "سنڌي ادبي سوسائٽيءَ ڪراچي" جي فنڊ ۾ جمع ٿيندي، اها سوسائٽيءَ جتي هڪ طرف پنهنجن مقصدن پٽاندڙ سنڌ جي قديم ادبي جواهر پارن جي حفاظت جو فرض سرانجام ڏيندي، اتي ٻئي طرف مرحوم شمس العلماء جي علمي ۽ ادبي آثارن جي طباعت جو ڪم پڻ هٿ ۾ کڻندي.

سنڌي ادب جي همدردن ۽ مرحوم شمس العلماء دائود پوٽي جي شاگردن، عقيدتمندن ۽ دوستن جو فرض آهي ته سندن "آتم ڪهاڻيءَ" خريد ڪري سوسائٽي جي ڪم کي وڌائڻ ۾ مدد ڪن ته جيئن سنت ئي شمس العلماء جي ادبي آثارن جو ڪم اڳتي وڌي سگهي. مرحوم جي هن "آتم ڪهاڻيءَ" ۾ حتي الامڪان ڪوشش ڪري، سندن فوٽا جيڪي ملي سگهيا آهن، سي ڏنا ويا آهن، ليڪن ڪيترا شايد رهجي ويا هجن! پڙهندڙن کي خاطري ڏياري وڃي ٿي ته اهي تاريخي فوٽا ايندڙ ايڊيشن ۾ ڏنا ويندا.

مروج دستور جي ابتڙ، اهو زياده موزون سمجهيو ويو ته بجاءِ ان جي جو هي ڪتاب ڪنهن وڏي ماڻهو جي نالي منسوب ڪيو وڃي، ان کي مرحوم جي سڀ کان ننڍي صاحبزادي عزيزي قمرالدين "عيسيٰ" دائود پوٽه جي نالي "الولد سر لابيه" واري مصداق جي آڌار تي، منسوب ڪيو وڃي ٿو، جنهن جي پيدائش کان اڳ (سندن قول مطابق) سنڌ جي

درويش شاعر ميين عيسي جي قبر جي تلاش جي دوران ۾، هڪ فقير کين
ٻٽ لاءِ دعا ڪئي هئي ۽ جنهن کي مرحوم جن خود، عقيدتمندي ۽ پيار
وچان، ميين عيسي جي نالي سان نسبت ڏيندي، ”عيسو“ ڪري سڏيندا
هئا. اهڙو گمان عام دوستن ۽ مرحوم جي عقيدتمندن جي راءِ پٽاندڙ آهي،
جن جي خيال موجب عزيزي موصوف ۾ مرحوم جون خوبيون بدرجه اتم
ڏٺيون وڃن ٿيون ۽ انڪري ئي هن سان اها اميد وابسته ڪئي وڃي ٿي
ته انشاءالله تعاليٰ وڏو ٿي، مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي جون
سڪون لاهيندو. آمين!

مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر
عمر بن محمد دائود پوٽه
جو
عقيد تمند
عبدالواحد سندي
۲۲ نومبر ۱۹۵۹ع



بسم الله الرحمن الرحيم

## (۱)

لکان ٿو سچ سان آتم ڪهاڻي،
رهي منهنجي مگر هي ياد ٻاڻي.

هن بندي جو دنيا ۾ اچڻ تاريخ ۹ شوال ۱۳۱۳ هجري ڏينهن اربع
(۲۵ مارچ ۱۸۹۶ع) ٿاري ٿيو، اگرچه سرڪاري دفتر ۾ ولادت جو سن
۱ جون ۱۸۹۷ع آهي. منهنجي تولد ڪري عزيزن کي نهايت خوشي
ٿي، ڇاڪاڻ جو ابي اما کي ٻهريون ٻار نياڻي هئي. راڄ جي ٻريي مڙس
جو گهر هو ۽ ڏاڏو عبدالمطلب سکيو ستابو ۽ ڀاڳيو آدمي هو، آسپاس
۾ چڱي هلندي هيس. تنهن ٻنهنجي وحيد فرزند (حاجي) ميان محمد
کي ٻهرين ٻٽ ڄمڻ تي وڏا شادناما ڪيا. خيرات ڪيائين ۽ دستي جون
گنديون وراهيائين. اڃا ننڍو ئي هوس ته ڏاڏي صاحب رضا ڪئي. مونکي
پوري يادگيري آهي ته ڪهڙيءَ طرح ان مونکي ٻنهنجي ٻوين پساهن
وقت ٻر ۾ وهاريو هئو، ۽ ڪئن نه نهايت آرام ۽ اطمينان سان ٻنهنجي
جان، جان آفرين کي سپرد ڪئي هئائين. سنديس وفات منهنجي معصوم دل
کي سخت صدمو پهچايو. ڏاڏي مرحوم جي وفات بعد واڻين وڪالن اچي
امانجو در ورتو ۽ جيڪي ڳنون ۽ ڏڳا هوا، سي قرض ۾ ڪاهي ساهاڙي
ويا ۽ ٻر ٻل ٻاڻ خالي ڪري ڇڏيائون،

هن حادثي بعد اسين ڪنگال ۽ بي حال ٿي پياسين. ڪيترائي سال بابا جان پوک راهه ڪئي، پر بخت نه پڙايو. اما جان (١) جنڊ پيهي گذران ڪندي هئي، هڪ بهادر جوڙي عورت هئي، ڇهه فوٽ ته قد هوس. پاڻس حاجي موسو جو پنهنجي پهلوانيءَ ڪري ساري پسگردائيءَ ۾ مشهور هو، تنهن جيترو بار مٿي تي کڻي ويندي هئي. جيڪڏهن هن ضعيف ۾ ڪا استقامت ۽ ذهانت آهي ته اها، "تري شناس" جي چوڻ موجب، والده شريفه جي ڪري ئي آهي. بابو سائين هڪ نهايت ساده مزاج، نيڪوڪار، متقي ۽ سخي مرد هو. پيو هڙ ۾ نه هوندو هوس ته ڪپڙا به لاهي محتاجن کي ڏئي ڇڏيندو هو، ۽ پاڻ رڳو چادر يا اجرڪ (ازرق) جي ڪوڏ ٻڌي گهر اچي نڪرندو هو. پهاڙيءَ تائين سندس اها گت هلندي آئي.

مان اڃان پنجن ڇهن ورهين جو ٻار هوس ته مونکي اسڪول ۾ موڪليائون. (٢) اما جان مونکي خرچي لاءِ هڪ پيسڪ ڏنو، وڏي ماستر (٣) فيءَ جي گهر ڪئي. اهو ٽڪو ڪيس ڏئي اچي اوچنگارن ۾

(١) سندس نالو صفورا هو.

(٢) اٽڪل ١٩٠٢ع ڌاري، چاڪاڻ ته مونکي ايڊورڊ ستين جي تاجپوشي چڱي طرح ياد آهي.

(٣) نالو چيتانند هوس، پير مرد، سفيد ريش، وڏي ڏيا ۽ حشمت وارو شخص هو. سونهاري ۽ منهن پيا جرڪندا هئس. انهن ڏينهن ۾ ٽلٽيءَ جو اسڪول سنڌ ۾ برک هو. منجهس هنري اسڪول به هو، جنهن ۾ ماستر ابوالحسن واڍڪي سيکاريندو هو، ۽ ماستر محمد حسن جنڊيءَ جو ڪم سيکاريندو هو.

(ڏسو ايندڙ صفحي تي.)



ڇنڪيس، جنهن تي وڏي ماستر کهل اُٿي، اهو ٽڪو به موٽائي ڏنو ۽ هميشه لاءِ في معاف ڪري ڇڏيائين. (٢)

اسڪول ۾ پهريائين پنهنجي پراڻين سوٽ محمد عباس جي ريس تي پڙهڻ ويو هوس، پر پوءِ انهيءَ ۽ ٻين هڪ جيڏن، جهڙوڪ مرحوم الله بخش (عرف جمن) ۽ جعفر پڙهڻ ڇڏي ڏنو، باقي آئون پڙهڻ کي چهٽيو رهيس. ڪندفهم ڪونه هوس، ليڪن گاهه گاهي ڇيڏڪ ايندو هوم، ته اسڪول وڃڻ کان نٽائيندو هوس. ڪڏهن ڏاڏي هاشم جي ڪُٺن مان پهري ٿي ويندو هوس، ڪڏهن ناني محمد صالح جي ڪاريءَ واري ڪوري تي پچي ويندو هوس، ۽ ڪڏهن وري پنهنجي نار جي ڳاڌيءَ تي وهندو هوس. يا پيهي تي چڙهي جهار هڪليندو هوس. هڪ دفعي پٽيلي تي ٽيڪ ڏيندي، ننڊ اچي ويم ۽ وڃي ٻڙ تي ڪريس. جيڪڏهن ڏاندن کي سمڪ نه اچي ها ۽ پيهي نه رهن ها، ته هوند سندن پيرن ۾ ڇچرجي مري وڃان ها. ٻئي دفعي ڪوري تان سونهدي ناني جي آٽ تان ڌڪو کاڌم پر ڪجهه آسيب ڪونه رسيو. ٽئين دفعي پيهي تي ڪانياٽي ڦيرائيندي پاڻ اچي ويم ۽ ٿهه، وڃي هيٺ پيس. چاڙهو به هڪڙوئي هوس. ڪوبه ٽلٽيءَ ۾

(آندل صفحي پوئين تان)

ٻئي فهايت شريف اعليٰ انسان هوا. ماستر چيتانند کانپوءِ مسٽر منگهنداس سيوهاڻي هيڊ ماستر ٿي آيو، جو اسان کي سنڌي اشتقاق ۽ اقليدس پڙهائيندو هو. ان کانپوءِ مسٽر مدنداس دادوءَ جو ويٺل هيڊ ماستر هو، جو نهايت فضيلت وارو شخص ۽ پنهنجي مذهب جو پورو پابند هو، مونکي ازحد پائيندو هو.

(٢) هيستائين احوال ١٩٤٨ع ۾ ڪنهن وقت لکي ڇڏيو هوم. هن کانپوءِ اڄ يعني ٩ ڊسمبر ١٩٥٦ع شام جو شروع ڪيو اٿم.

وڻ کوڻ ڇڏيو هوندم. هڪ ڀيري هڪ تمام آٿاهين پڊ "ٻڄڙي" ناليءَ جي چوٽيءَ تي پير ڏوڙي رهيو هوس، ته ٽاريءَ تان پير ترڪي ويم، ۽ ٽڪ وڃي سڪل ڪسيءَ جي تري ۾ ڪريس. قدرتي چيله کي ضرب آئي، پر پيرن جي جهولي پري، ڪلندو ڪڏندو گهر موٽي آيس.

راند جو گهڻو شوق ڪونه هوندو هوم، پر ٻهراڙيءَ جون سڀئي رانديون ڪيڏي سگهندو هوس، جهڙوڪ ٻاهاڙو، ونجهه وٽي، ماهه، اٽي ڏڪر، چيڪلو، اڪپوٽ، جهوڙملوڪڻ وغيره وغيره. اکر سٺا ڪون هوندا هئم. شايد پهرين يا ٻئي درجي ۾ هوس ته قاضي عبدالوهاب صاحب بوبڪن وارو اسان جو امتحان وٺڻ آيو. سليٽن تي صورتخطي لکايائين. جڏهن مان پنهنجي سليٽ وٽس ڪٺي ويس، تڏهن مشڪي چيائين ته "اکر لکيا اٿئي يا ٽنڊي ماڪوڙن جون ٽنگون؟" انهيءَ طعني تمام ڪري ڇڏيو. پوءِ اندن پڙهڻ ۽ مشق پچائڻ رستي پنهنجا اکر سڌاري ورتم. اهو تربيت جو اثر اڃا هليو اچي ۽ هميشه پنهنجن شاگردن کي سٺن اکرن لکڻ جي ترغيب ڏيندو آهيان، ڇاڪاڻ ته منهنجو عقيدو آهي ته اکر اخلاق تي وڏو اثر وجهن ٿا.

ٽئين درجي سنڌي تائين (١٩٠٥ع) منهنجي ارڏائي ۽ گوسڙپائي هلندي آئي، پر والدصاحب جي هڪ سخت مار کانپوءِ چڻ ڪتيءَ ڪن وڍايا. هونءَ ته ٻين گوسڙو ڇوڪرن کي ماسترن جي حڪم موجب ٽنگوٽالي ڪري وٺي ويندا هواسين، اگرچ مونکي اهڙو واقعو پيش ڪون آيو، پر بعضي رڙي ڪري گهر ويهي رهندو هوس يا ڪٿي وڃي لڪندو هوس، يا ڏاڏي هاشم جي نار تي گوهي ڪري ويندو هوس. هڪ دفعي ضد ڪري اسڪول ڪان گسايم. مڃاڻ بابي کي خبر پئجي وئي،



سو زالهلي ڪري مون تي وري آيو. امڙ ۽ ناني جيٺب (زينب) ڇڏائڻ تي ۽ ابو مارڻ تي. نيٺ بيزار ٿي، ڪلهي تي چاڙهي، اسڪول ڏي ڪٺي ويم. مون به واٽ تي ڪڙين مان خوب پير ڪنيومانس؛ پر منهنجي ٻچر نه ڇڏيائين ۽ ڌوڪيندي وڃي ماستر ڀيسومل وٽ سنڀيائينم. هي ماستر ڳوٺ جو ويٺل هو ۽ اسانجي گهران ڏڌ مکڻ گهرائيندو هو، تنهن ظالم به چٽائي ڦيهه ڪڍيم ۽ سارو ڏينهن بينچ تي بيهاري ڇڏيائينم.

انهيءَ سزا کانپوءِ اهڙو ته سڌري پيس، جو جڏهن به مسڪينيءَ سبب بابو چوندو هوم ته پڙهڻ ڇڏي اچي ڪم ۾ ٻانهن ٻيلي ٿيئم، تڏهين نابري واريندو هوس. علم اهڙي ته چاشني چکائي، جو وري اسڪول کان ڪڏهين ڪون گسايم. بابا کي مدد ڏيڻ خاطر هنري ۽ جنڊي اسڪول ۾ داخلو ورتم، ۽ واڍڪي ۽ جنڊيءَ جي ڪم ۾ ايتري ته مهارت حاصل ڪيم جو ڪنون، سنجيون، ويلڻ ۽ چڪلا ٺاهي ويندو هوس، ۽ اهي شهر جي هندن کي وڪڻي پيسا بابي کي پهچائيندو هوس، جنهنڪري مونکي پڙهڻ کان ڪڏهين به نه روڪيائين.

بابا ان وقت ڪاشتڪاريءَ جو ڌنڌو ڇڏي، ڊکاٺڪي ڪرڻ لڳو، ۽ هارين جا نار آهٽ تي چاڙهيندو هو. مان به ڪيس ارڙين ٽڪڻ، مالهڻ وٺڻ ۽ ڍينگن ٺوڪڻ ۾ مدد ڪندو هوس. پاڻ جڏهين پوک پوکيندو هو، تڏهين مهل سر وڃي ڳاڏي هڪليندو هوس. هر ڪاهيندو هوس، ڪتر هڻندو هوس ۽ پاڻي ورائيندو هوس. هڪ ڀيري ڪتر هڻندي ڪاٻي هٿ جي آڱوٺي جو اڌ ننهن ڪپي وڌم. بعضي ته ڍاند به چارڻ ويندو هوس. هڪ ڀيري ادي وڏي جمال خاتون (جمڻ) ۽ آئون گڏجي ڍڳا چارڻ ويا هواسون، ته ڪي چور وجهه وٺي، اسان کي لپاٽون هڻي، پن

ڀلڻ ڏاندن جو جوڙو ڙوري ڪاهي ويا، جو پوءِ بابو بلا ولپور جي وڏيرن جي واهر سان پونـڪ ڏيئي ڇڏائي آيو. پڻ لغڙن ٽاهڻ، ڪنولن واٽڻ ۽ جلد بندي جو ڪم سکي ويس، جنهن مان گهڻو اپراسو ٿيندو هوم. بعضي وري ڪمي به ڪمائيندو هوس، طغاريون ڍوئيندو هوس ۽ مهتن جو پاڻي ڀريندو هوس.

مطلب ته ننڍي هوندي کان وٺي خود ياوري جو سبق پيٽ ۾ پيو، جو وڏي هوندي گهڻو مفيد ثابت ٿيو. ويسي ڪارڻ ڪنهن جي به ڪان ڪان ڪڍيم، ۽ نڪي ڪنهن جي اڳيان سوال جو هٿ ٽنگيم. هڪ دفعي دهليءَ کان "غياث اللغات" جو ڪتاب ٻارهن رپين گهرايو هوم، جنهن جي قيمت مامي عبدالڪريم ڏيئي ڪئي هئي، پر پوءِ بابي کي مهڻا ڏيڻ ۽ ٽورا ٽڪڻ لڳو. سونڪان اها ڳالهه سٺي نه ٿي، ڪمائي ڪري سڀ پئسا پري ڏنامانس، ۽ وري ڪتابن خريد ڪرڻ لاءِ ڪنهنجي محتاجي ڪان ڪڍيم.

سنڌي چوٿين درجي پاس ڪرڻ بعد (١٩٠٦ع) مونکي پنهنجي هوشياري ڪري انگريزي اسڪول ۾ موڪليائون، جتي به پنهنجو جوهر ڏيکاريم، پر ٿوري وقت کانپوءِ اما جان وفات ڪئي (١٩٠٧)، جنهنڪري دل شڪستو ٿي وري وري سنڌي پڙهڻ لڳس. هيڊ ماستر صاحب، مسٽر مدنداس ڏاڍو مهربان هوندو هو، ۽ پنجين درجي جو ماستر ميان محمد سنجر هو، جو هڪ سوٽيڊ بوٽيڊ جينٽلمين هو ۽ مونکي تمام گهڻو ڀائيندو هو ۽ بعضي ته ماني، ڏڌ، مکڻ اسان وٽان گهرائيندو هو. اهڙن لائقن فائقن شخصن جي نظر- شفقت هيٺ زندگيءَ جا سال سک سانت سان گذرڻ لڳا.

اسين به ماستر صاحبن جون ڏاڍيون خدمتون چاڪريون ڪندا هواسين. گرميءَ ۾ جهليون جهليندا هواسين، سندن گهرن جو پاڻي ڀريندا هواسين.



۽ ٿڪبا هوا ته ڪين پيرون به ڏيندا هواسين. پيرن ۽ نمن مان سندن لاءِ ڏندڻ وڍيندا هواسين. هڪ ڀيري ماستر مدنداس لاءِ ڏندڻ چلهيندي سنهنجي کابي هٿ جي اشهد آگر مٿينءَ ڏوڏي ڪان ڪپجي پئي. هي سڀ ڪم پنهنجي راءِ رضا سان ڪندا هواسين، ماسترن جي شيوا ۾ اسانکي خوشي ٿيندي هئي. پاڻ به نهايت مهربان ۽ جفاڪش هوندا هئا. صبح ڪانوٺي سانجهيءَ تائين اسانکي پاڙهيندا هوا. سنڌين روش هاڻوڪن ماسترن ڪان بلڪل علحدي هوندي هئي. موجوده وقت جا ماستر هر هر گهڙيءَ ڏي نهارين، پڙهائڻ ۾ ڪوتاهي ڪن، ۽ مهل ڪان اڳ گهر هليا وڃن. اڳيان استاد ائين نه هوندا هئا. هو مائٽن وانگر هوا، ۽ ڪڏهن نه چاهيندا هوا ته شاگردن جي حياتي اجائي وڃي. هر ڪنهن نموني ۾ انکي سڌلي ڪرڻ لاءِ ڪوشان هوندا هوا. وڏي خوبي منجهن اها هئي ته هو اخلاق جا صاحب هوندا هئا ۽ شاگردن کي پنهنجي اولاد وانگر ڪري سمجهندا هئا.

جڏهن سال ١٩٠٩ع ڌاري ستين درجي ۾ ويٺس تڏهن ماستر مدنداس جي بدلي ٿي وئي. سندس جاءِ تي آراضيءَ جو ڀائو نارائڻداس هيڊ ماستر ٿي آيو. هو چلمي، تند مزاج، سست ۽ پڙهائيءَ ۾ ڪاهل هو، جنهنڪري مسٽر مدنداس جي صلاح سان ڳوٺ ڇڏي، ٽي چار ميل پري ڪرمپور جي سنڌي اسڪول ۾ ماستر منگهنداس جي نگرانيءَ هيٺ پڙهڻ لڳس. سيڌو پاڌو هفتہ وار گهران کڻي ويندو هوس ۽ ملا مصريءَ اوٺي جي گهر رهندو هوس. هڪ دفعي ڇيچ مان ترندي ذري گهٽ ٻڏڻ تي هوس، پر ملا مصري جي سوٽ مونکي بچائي ورتو، باقي مولهاڻو اٺي سوڌو پاڻيءَ ۾ پسي پيو. مان رڳو ڪجهڙ تري سگهندو آهيان ۽ ٻانهن هڻي نه ڄاڻان. تير هڻڻ ۽ سواري ڪرڻ ۾ به بالڪل ڄڏو آهيان، رڳو

پڙهڻ لکڻ ۾ پڻ هوس ۽ آهيان. سچ چيو اٿن ته :-

پڙهڻ، ترڻ، تير هڻڻ، گهوڙين سواري،
جي ننڍي هوندي نه سکيو ته وڏي هوندي خواري.

ڪاميٽي امتحان جو مدو اچي پريو هو. ماستر نارائڻداس خار وچان منهنجي عمر جا انگ بدلائي ڇڏيا، ۽ رجسٽر ۾ ۱۸۹۷ع جي بدران ۱۸۹۴ع ڪري ڇڏيائين، ۽ اختياريءَ وارن کي لکي موڪليائين، ته مون پنهنجي عمر مٽائي آهي تنهنڪري مونکي امتحان ۾ نه وهارڻو وڃي. مان ڪاميٽي جو فارم ديوان ڏانورداس ٿهلرامائيءَ جي صحيح سان ڀرائي لاڙڪاڻي امتحان لاءِ ويس، پر مونکي امتحان ۾ وهڻ نه ڏنائون. لاچار ٿي ڳوٺ موٽي آيس، ۽ تياري ڪلاس ۾ داخلا وٺي پيوپل ٽيچر مقرر ٿيس، جنهن مان مهيني سر چار روپيا پگهار ملندو هوم.

۱۹۱۰ع جي آخر آهي، ۽ مرحوم محمد ابراهيم سومرو اسڪولن جو انسپيڪٽر امتحان وٺڻ لاءِ آيو آهي، منهنجي هوشياري ۽ ڦڙتائي ڏسي حيرت جون آڱريون ڏندن ۾ وڌائين، چي "ارمان جي ڳالهه آهي جو ههڙو امله ماڻڪ لڏ ۾ پيو هجي!" سو يڪدم هيڊ ماستر کي حڪم ڏنائين ته ٽئين مال ٽپڻ تي مونکي انگريزي اسڪول ۾ موڪليو وڃي. هتي منهنجي حياتيءَ ۾ وڏو ڦيرو اچي ٿو، جنهن جو ذڪر انشاءالله اڳتي ايندو!





## (۲)

**بازگشت** مون اڳي چيو آهي ته مزاج جي استقامت مونکي پنهنجي والده صاحبه کان ورثي ۾ ملي. هوءَ هڪ بي نظير عورت هئي. سندس مرضي نه هئي ته ڪو اسين ڪکائين گهر تي قانع رهون. سو بابا کي تاهوت لائيندي رهي ته "عمر پيءُ! چو نه پاڻ لاءِ ڪچين پڪين سرن جي جاءِ جوڙيون." سندس عزم ۽ استقلال ڏسي، بابا کي همت آئي، سو يڪدم جاءِ ۾ هٿ وڌائين. دريون دروازا، ڪاٺون پٽيون پاڻ ٺاهيائين، جن تي گهٽو خرچ ڪونه ٿيو. مامي عبدالڪريم، اوستي سائينداد ۽ حاجي امين واري وٺي اوساري هلائي ۽ لنب چنب جو ڪم لاٿو. اديءَ جمن، مون ۽ منهنجي ننڍي ڀاءُ غلامحسين (ڀريون) مٽي ڍوئي ڏني. عيسى پخالي ڪڏ تان پاڻي پريو. تڏا، ڇپريون ۽ ڏوا مله تي ورتا ويا. باقي پيو سڀ ڪم ونگار تي ڪيو ويو. فقط هڪ ٻن ڪمن جي مزوري ڏيڻي پئي. ٿوري وقت ۾ جاءِ تيار ٿي وئي. مرحيات پنهنجا پويان پساه پنهنجي همت سان جوڙيل جاءِ ۾ پورا ڪيا. اهو خود ياوريءَ جو ڪيڏو نه وڏو سبق هو!

بهر ڪاري که همت بسته گردد،
اگر خاري بود گلدسته گردد.

مون کي ياد گيري ناهي ته ڪڏهن کان وٺي نماز پڙهڻ ۽ روزا رکڻ لڳس. اگرچه ننڍي هوندي کان انهن ڳالهين جو پابند هوس، پر سانپر فقط ڪرمپور واري زماني جي اثر. ماحول اهڙو هو. ملا چوڪرن جي صحبت ۾ سندن نيڪ مائٽن جي نگاهن هيٺ مونکي باقاعدي نماز پڙهڻ ۽ روزن رکڻ جي چڱي عادت پئي.

صحبت ـ صالح ترا صالح کند،
صحبت ـ طالح ترا طالح کند.

بزرگن جي دعائن جو اثر هو. اسان جي مسجد ۾، جنهنکي مخدوم بلاول (رح) جي مسجد سڏبو آهي، هڪ پنجابي بزرگ مولوي لعل محمد رهندو هو. تنهن هڪ ڏينهن منهنجي ڳچيءَ ۾ تعويذ ۽ ڳانو ڏسي چيو ته چا نالو ”اميرعمر“ جو ۽ ڳچيءَ ۾ شرڪ جون شيون! سو هڪدم انهن کي ڪپي ڪڍي پائين. رئيس العلماء مولانا عبدالله ٽيڙائي (۱) جو پوءِ ٽيڙين جي ڳوٺ ۾ اچي رهيو هو، تنهن منهنجي حق ۾ دعا ڪئي، ته هي ”اميرعمر“ جهڙو اخلاقي دلير ٿيندو ۽ قرآن شريف ياد ڪندو سو رب تعاليٰ مونکي سچ چوڻ جي جرئت بخشي آهي. اگرچه قرآن شريف جو حافظ ڪونه ٿيس، ليڪن رب العزت مونکي توفيق ڏني جو پنهنجي هوش سان عربي پڙهي ورتم، جنهن جي وسيلي قرآن مجيد جي معنيٰ پروڙي

---

(۱) ٽيڙا ميرن جي زماني ۾ علم جو وڏو مرڪز هو. ميون الهه بچايو ۽ ميون عبدالروف پنهنجي پرهيز ۽ اتقاء ڪري هندين ماڳين مشهور هوا. ميون عبدالله انهن سلف صالح جو بقيو هو. وڏي علم جو صاحب هو. تفسير، حديث ۽ فقه سڀ بر زبان ياد هئس. پيريءَ ۾ جڏهن اکين کان سجو ٿي پيو، تڏهن به طالبن کي بر زبان پاڙهيندو هو.



سگهندو آهيان. والله الحمد! تنهنڪري چئبو ته بزرگ جون پئي دعائون ڌڻي تعاليٰ جي درگاه ۾ مقبول پيون.

زندگي جو ٻيو دور ـ مرحوم محمدابراهيم سومري جي فرمائش موجب مان وري ٻيهر انگريزي پڙهڻ ويٺس. انهيءَ ۾ به وڏي ڀلائي رکيل هئي. سنڌي هيڊ ماسترن جي مرضي هئي ته مان تربيت حاصل ڪري سنڌي ماستر ٿيان، جنهنڪري منهنجي عمر جا انگ بدلايائون انهي لاءِ ته مان متت ڪاميٽي پاس ڪري ٽريننگ ڪاليج ۾ وڃان، پر قدرت کي ائين منظور نه هو، نه ته اج سنڌي رٽائرڊ ماستر هجان ها. هيترو سارو عمر جو عرصو جو سنڌي پڙهڻ ۾ صرف ڪيم، سو رائيگان ڪين ويو. سنڌي تي سخت ڪڙو هوم، ۽ سمجهه ڀڪي هيم، سو هرڪنهن موضوع ۾ پنهنجي هم ڪلاسين کان سرس هوندو هوس، تنهنڪري اسان جو استاد مسٽر ٽڪارام مونکي گهڻو ڀائيندو هو. لائق بااخلاق شخص هو. اسان کي ٻهرين نصيحت هيءَ ڏنائين ته، "Be good and do good" (چڱا ٿيو ۽ نيڪي ڪريو). اهو مٽو منهنجي حياتيءَ جو نصب العين رهيو آهي. ڪلاس جي ڪتب خاني ۾ جيڪي ننڍا انگريزي قصن ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب هوا، سي سڀ پاڻي وانگي پي ويس. تنهن ڪري انگريزي ڳالهائڻ لکڻ ۾ نهايت چالاڪ ۽ هشيار ٿي پيس. انهيءَ جو نتيجو اهو ٿيو، جو سالياني امتحان ۾ اول نمبر کنيم ۽ مونکي ٽئين درجي ۾ ٽپايو ويو، جتي پنڊ ڏوريئي وقت ۾ سيني شاگردن کي شهه ڏيئي ويس.

ٻهرين درجي ۾ هوس ۽ بلوغت کي ويجهو، تڏهن منهنجو طهر ٿيو، چاڪاڻ ته مسڪينيءَ سبب بابو راج رسم ڪري نٿي سگهيو. يعني ڇڇ ڪرڻ، سڄي راج کي کارائڻ ۽ پاتيءَ پاتيءَ کي ڦيليون پٽ جون ڏيڻ، ليڪن ختني جي محفل ڌام ڌوم سان ٿي، ۽ منهجي ٻين هينيان ڪلدار

روپيا رکيا ويا، ڏورئي جو ڀرياڻ، ڦڏڻ سان ڀڪو ۽ ڳاڙهي حلواڻ
جي گوڏ ڀڏائي وئي. خوب سهرا ۽ مولود ۽ لاڏا ڳايا ويا. ٻورن ٿي
ڏينهن ۾ ڇٽي ڇگو ڀلو ٿيس.

انهي سال بابا هڪ ڦلاوتڻ عورت مائي نورخاتون ڀروچڻ سان
ٽن چئن ورهين جي رنائپ بعد شادي ڪئي. ان مان فقط هڪ فرزند پيدا
ٿيس (غلام حسين ثاني) جو هينئر پوليس ۾ وڏو عملدار آهي. اگرچه اسين
ڀريائين ارها هواسين، پر مائي صاحبه اسان کي پنهنجي ٻچن وانگي سنڀاليو
۽ ساري عمر اسان وٽ آندائين. اسين به کيس ساڳيءَ ماءُ جهڙو پيار
ڪندا آهيون. هينئر اسي پنجاسي ورهيه چار اٿس ۽ مونوٽ رهي پئي آهي.
شل خدا عافيت بخشيس ۽ ايمان سان هلائيس!

انهي سال مان خواجه حسن جان صاحب سرهنديءَ جو مريد ٿيس،
جنهن الله تعاليٰ کي دائما دل ۾ ياد ڪرڻ، سچ ٻولڻ ۽ پاڪ حياتي گذارڻ
جي تلقين ڏني. انهيءَ بزرگ جي هدايت ڪري منهنجي زندگي هميشه
لاءِ سڌري پئي، جو گذريل ست سالن ۾ مون کان ڪو ڪڌو ڪم ڪونه
ٿيو آهي، هميشه سچار ۽ پاڪباز رهيو آهيان ۽ ڪنهن تي به اک ميري نه
ڪئي اٿم. بزرگن جي نيڪو ڪاريءَ، فضيلت ۽ عاميت جي ڪهڙي ڳالهه
ڪجي! مريد مٿانئس اول کان گهول ويندا هوا، ۽ جتي ڪٿي ڀلاءِ ميري ۽
چاشنيءَ جون ڊوريون لڳي وينديون هيون. ڪهڙو نه مهانگائي، سياڳ
۽ آسودائي جو سمو هو! وري اهڙو وقت اچڻ محال آهي.

ٽئين درجي ۾ اسان جو ماستر صاحب ديوان پرسو مل هوندو هو، جو
هڪ عمر رسيدو، تجربه ڪار ۽ نيڪ انسان هو. نهايت خوش دل ۽
ڀوڳائي هو. مسٽر ٽڏارام جو وڏو سڳو سوٽ هو. انهي وقت دستور هوندو



هو ته صبح جو سبق شروع ٿيڻ کان اڳ هندو شاگردن کان
جپ صاحب جون ڀوڙيون، ڀرارٿنا طور بر زبان ياد ڪرايون ۽ پڙهايون
وينديون هيون، ۽ انهيءَ تي مارڪون رکيل هيون. مونکي ماستر صاحب
چيو ته تون قرآن شريف جون آيتون پڙهه يا ڪريما جا بيت ياد ڪر.
قرآن ڪريم مون هيل تائين ڪونه پڙهيو هو، فقط نماز لاءِ ڪي ننڍيون
سورتون ياد ڪيون هيم، سو مارڪن جي لالچ تي پنهنجي عزيز آخوند احمد
جي مڪتب ۾ قرآن شريف پڙهڻ لڳس، ۽ ڇئن مهينن اندر سارو پڙهي
پورو ڪيم. قرآن شريف دير سان پڙهڻ ڪري اڃا به ڪي ٿوريون
سورتون ياد اٿم. ان سان گڏ لوهارن جي مسجد ۾ مولوي ولي محمد
صاحب سامتائي وهاريل هو، تنهن وٽان "ڪريما" پڙهڻ لڳس، ۽ سڄي
بر زبان ياد ٿي ويم. آواز سريلو هوندو هو، سو نهايت شوق سان ڪريما
جا فارسي بيت ڳائيندو هوس. پڻ شاگردن کان جپ صاحب جون
ڀوڙيون ٻڌندي سارو جپ صاحب ياد ٿي ويم.

فارسيءَ پڙهڻ جو چاهه به تڏهن جاڳيو. مولوي ولي محمد صاحب
ڪانپوءِ مولوي شفيع محمد صاحب ڪارياٽين وارو لوهرن جي مسجد ۾
آيو. "انوٽ نام حق"، پند نامو، بدايع منظوم ۽ گلستان ۽ بوستان پڙهيم.
بعضي ته جلباٽين جي ڳوٺ مولوي عبدالواحد جلباٽيءَ وٽ هليو ويندو
هوس، ۽ بعضي وري ٺٽ ۾ وڃي مولانا عبدالله صاحب جي درس ۾
داخل ٿيندو هوس. جتي گدو باغ جي درويش صفت مولوي شفيع محمد
صاحب جو فرزند محمد عابد پڙهندو هو. آخوند ملا نورالله حڪيم ۽
مولوي محمد موسيٰ سان به انهيءَ وقت ڏاري ڏيٺ ٿي، جن سان اڃا به
اهو دوستي وارو رستو هلندو اچي.

الغرض تہ علم جي طلب ۾ مون گھڻا پنڌ ڪيا ۽ جا ڪوڙا ڪڍيا، ۽ انھيءَ جو انعام اڄ تائين ماڻيان ٿو.
شيخ سعديءَ جو ھي مقولو ھرڪنھن مسلمان ٻچي کي ياد ھجڻ گھرجي.

چو شمع از پيءِ علم بايد گداخت،
کہ بي علم نتوان خدا را شناخت.

اھي مڪتبن واريون سڪل پاروٽيون بندن تي سيڪيل سٽيون مانيون اڃا بہ ياد اٿم، ۽ جڏھن ڪڏھن اھي ذھن دل تي تري ايندا اٿم تہ از خود وات لعاب سان ڀرجي ويندو آھي. ڪھڙو نہ مٺو سواد ھو انھن فقر جي مانين جو! ذھن ۽ ذڪاءَ جو ڇا بيان ڪجي! ڪتابن جا ڪتاب بي تڪلف پاٺھي ياد ٿي ويندا ھوا. فارسيءَ ۾ بيت بازيءَ ڪري گھڻا ناصحڻا بيت ۽ فرد ياد ھوندا ھئم، ۽ اڪثر ڪتابين کي بيت بازيءَ ۾ آڳ ڏئي ويندو ھوس. اڃا تائين بہ انھن ڏينھن جا سنڌي توڙي انگريزي ۽ فارسي ڪلام وسري نہ ويا اٿم. ديوان حافظ جا بہ اھيئي غزل ياد اٿم، جي اوائل ۾ پڙھيا ھئم. سبحان الله! عجب وقت ھو! وري ھٿ نہ ايندو.

ڪرمپور واري ٺي زماني ۾ مولودن، معجزن ۽ مدحن سڪڻ ۽ ڳائڻ جو شوق جاڳيو، اگرچہ ان کان اڳيرو ڪيترائي مولود بابي کان سکيو ھوس، جي لکندو ويندو ھوس. پاٺ قرآن شريف ٿورو گھڻو پڙھيو ھوائين، پر دماغ اھڙو ڪليل ھوس، جو ھيڪر مضمون پاڙھيو ھوس تہ پوءِ پاٺھي پڙھي ۽ ياد ڪري ويندو ھو. ڪيس گھڻو ڪلام ياد ھوندو ھو. سماع جا بيت سڌا چوندو ھو، انھن جون وراڻيون بہ ايندي ھيس. ماھون ڀرٺين جمعي تي شاہ بخاريءَ تي وڏو شغل ٿيندو ھو، جتي آئون پڻ



سنديس وٽ وراڻي ڪندو ھوس. معراج نامو، پوڻ جو ڪامو، فتح فقير ۽ حافظ پنبي جون چئن يارن سڳورن جي شان ۾ مداحون سيئي ڪنٺ ڪيون ھوائين جھڙوڪ:

١. ھي من منھنجا سڻي مار، ڏينھن دنيا ۾ ڏون ڪ چار،
٢. چارئي سرورسين سونھن، جنئي جي رک محبت من.

جن جي عبارت ۽ رنگين ڪلامي عبرت ۾ وجھندڙ آھي. مون ڏاڏي محمد صديق کان رمضان ڪنڀر وارو ھرڻي جو معجزو ۽ ڪانگ جو پيون ڪلمو ۽ ڪيترائي مولود لکيا ھئا، سي پڻ ڪيس ياد ھوا. محبت فقير کان ملھہ جو پيو معجزو ۽ ڪانگ جو ٽيون ڪلمو لکيم، ۽ ملي ھارون کان پير بادشاہ جي مدح، سي بہ ياد ڪري ويو. غضب جو حافظو ھوس. ازانسواءِ چاچي نظام لدين (ننده) کان بہ ٿي قديم مولود لکي ورتم. سي سڀ مونکان ڏاڏاي حوا قاضياڻي ورتا ھوا، جنھن وٽان اھي منھنجو سوٽ عباس کڻي ويو ۽ وڃي پنھنجي نار جي ڳاديءَ تي پڙھندو ھو. ھڪ ڏينھن سندس پيءُ چاچي حمزہ کيس ڏسي ورتو، سو ڪاوڙ وچان اھو ڪتاب ٺي کڻي کوھاڏي ۾ ڦٽو ڪيائين، اھڙي طرح ورھن جو پورھيو اڪ ڇنڀ ۾ ڪٽ ٿي ويو. رمضان ڪنڀر جي ملھہ جو پيو ڪلمو، ڪانگ جي ٻئي ڪلمي وانگر ھڪ جواھر پارو آھي، جو ھينئر ناياب آھي. فقط ھڪ بہ سٽون سيني ۾ سانديل اٿم.

چاھي وس چڙيءَ جو، ڇا عنتر عقابا؟
چارئي چڪ چري ويا، جئن ڪيو دزد ڏڪاءَ.

پاڙي ۾ اسان جي مائٽياڻي مائي آست (عائشه) ھوندي ھئي، جا نھايت نيڪ نمازڻ ۽ پڙھيل ھئي. ڪيتريون ٺي نياڻيون وٽس

قرآن شريف جي تلاوت ڪنديون هيون. گهر ۾ نماز لاءِ خاص خونرت هوندي هيس. اها خونرت اڄ به انهيءَ جاءِ تي هئي، جتي مخدوم بلال (رح) نفلي نماز پڙهندو هو.

ونس ڪيترائي بمبئي سنگي ڇاپي جا ڪتاب هوندا هوا، جهڙوڪ مولودن، معجزن ۽ مدحن جو مجموعو ۽ قصص الانبياء، جي مون سڀئي پڙهيا ۽ انهن مان ڪيترائي ياد ڪيا. افسوس جو اهو مجموعو به اڄ ڪونه ٿو ملي سگهي. ان ۾ ڪيترن ئي سنڌ جي قديم شاعرن جو ڪلام هو. اڄڪلهه جا شاعر غزلن وغيره کي ڇهڻي پيا آهن، پر مولودن ۽ معجزن ۾ جيڪو مزو آهي، سو هرگز مصنوعي ڪلام مان نه ملندو.

رمضان واڍو، سنڌ جو مشهور شاعر اديب، بابا جو دوست هو. بدن جو مضبوط ۽ جوپ، ڏاڙهي ننڍي، ۽ مٿي تي وڏو ڦيڻ هو ٻڌندو هو. ٻار ڪان پنڌ ڪهي اڪثر اسان وٽ مهمان ٿي ايندو هو. چاچي محمد بچل جي دڪان ۾ ٽڪندو هو. مان ڪيس ماني ٽڪي پهچائيندو هوس. منهنجي دلچسپي ڏسي نئين ڇاپيل "هاريءَ جي مدح" سوکڙي ڪري ڏنائين، جنهنجو هڪڙو بند اڃا تائين نه وسريو آهي.

اڏون نائڪا ٽڪون ٿاهه، نار تنهين تي نينهن جو وهاءَ،
وونڻ اٿل جو ڊپ نه لاهه، هاري ڪر موچاري ڪار.

سنڌ جي امي عطائي شاعر رمضان ڪنڀر پڻ اسان جي خاندان جو گهڻگهرو دوست هو، پر منهنجي زماني کان گهڻو اڳي دارالبقا ڏي راهي ٿي ويو هو.

مامو عبدالڪريم پڻ چڱو روحانيت وارو هو. پاڻ ملڪاڻي بزرگ ميان غلام محمد صاحب جو خاص مريد هو. مان به ساڻس بعضي بعضي



بزرگن جي زيارت ۽ وعظ ٻڌڻ لاءِ ملڪاڻيءَ ويندو هوس. بزرگن جي کهڙي واکاڻ ڪجي! مريد کين عزت وچان "صاحب سڳورا" ڪري سڏيندا هئا. وڏيءَ ڏيا ۽ حشمت وارا هوا. جهڙو عاليشان ڏيل هون، تهڙوئي اندر آئيني وانگر اجريل هو. ڏسنديئي هنيون ٻاڻي ٿي ويندو هو. ڪيترائي سنگدل ۽ هاڙها چور سندن صحبت ۾ سڌري وڏي روحاني درجي تي پهتا. سندن آواز سوزناڪ ۽ دهشت وارو هو. جڏهن وعظ ڪندي شاهه جا بيت فراق مان چوندا هوا، تڏهن سندن اکين جا نار پيا ٽمندا هوا ۽ ماڻهن ۾ سخت گريو ۽ روج راڙو پئجي ويندو هو. هنڌ ماڙيون ۽ حجرا سڀ انهيءَ درد جي دانهن ۾ گونجندا هوا. اڄهو هينئر به الفاظ لکندي اکين مان پاڪ ڳوڙها نڪري ڳلن تي ڳڙي پيا آهن. ۽ قرآن شريف جي اها آيت سڳوري دل تي تري آئي اٿم، جنهن ۾ الله تعاليٰ حضرت دائود جو ذڪر فرمائي ٿو: "يا جبال اوبي معه والطير" اي پهاڙو ۽ پکيو! اوهين به ساڻس گڏجي منهنجي ساراهه جا گيت ڳايو، ۽ پڻ سنڌ جي شاعرن جي سرتاج سهڻي شاهه لطيف جو هي بيت ياد اٿم:-

رڃن ۾ رڙ ٿي، ڇڻ ڪونڄ جي ڪوڪ ؟
ولولو ۾ ووڪ، ايءَ تان آهه عشق جي.

رحمه الله رحمتا واسعتا.

سندن قد آور ۽ شاندار بدن تي ڊگهو ڪارو چوغو جهولدار سٺڻ ۽ سرمبارڪ تي عرق چڻن مٿان زردار لونگي ڏاڍي سونهندي هئي، ۽ منهجانئن سچ ورنا شعاع نڪرندا هئا. وعظ جو نمونو به عجيب هوندو هون. ٿورو ڳالهائي بس ڪندا هوا ۽ سوز و گداز ۽ رقت وچان ساهي

ڪڍندا هوا تہ انهيءَ وچ ۾ مولودي پنهنجي مٺيءَ آلاپ سان مولود چوندا هوا. پوءِ وري پاڻ عقاب جهڙي سنهي ۽ سنڌر آواز سان وعظ جو سڄو اڳتي سوريندا هوا. اهو سا ڳيو وعظ جو طريقو علامہ هدايت الله "مشتاق" متعلوي پنهنجي "مولود النبي" ۾ ڏنو آهي، جو اڪثر اڳين عالمن ۽ واعظن وٽ رائج هو.

جوڳي پنهنجي جوءِ ويا، ٽا جُهڙ جيئن نيڻ جهمن ؛
سخن ساميڙن جا، هنيڙي منجهہ هرن ؛
سچو سوت سگڻ، اڌ ڪٺا آرام لئي.

سندن مريد پڻ مٿائن عاشق ۽ جان فدا هوندا هئا. جڏهن ڪڏهن مريدن جي ميڙ ۽ منت ڪري، دعوتن تي چڙهندا هوا، تڏهن ڪين ڪاهن تي چاڙهيندا هوا، پٺيان مريدن ۽ ٻين مخلصن جي ڀير هلندي هئي، جي مولود چوندا ۽ زيلون ڏيندا پيرين پيادي هلندا ايندا هوا. ساري فضا انهيءَ پڙاڏي سان پر ٿي ويندي هئي. عجب لطف هوندو هو. آخر پاڻ پنهنجي سواري لاءِ محفو ٺهرايائون، جو پلا گهوڙا ڪاهيندا هوا. اهو محفو محمد بچل خاصخيليءَ ٺاهيو هو، ۽ پنهنجي نوع جو هئو. اوستو محمد بچل شهر جي سيني وادن ۽ رازن جو استاد هو، ۽ چٽسالي ۾ سخت مهارت رکندو هو. اسان جي مسجد جي ٽنهي گنبذن تي جيڪا نقاشي هن مصور ڪئي آهي سا بي مثال آهي. اڄ بہ ائين پئي ڏسجي جڻ تہ ڪالهہ وجود ۾ آئي آهي. ڪيس ڪو اولاد ڪونہ ٿيندو هو، يا جي ٿيندو هو تہ بچندو ڪين هو. الله تبارڪ و تعاليٰ جي مهرباني ۽ بزرگن جي دعا سان ڪيس هڪ سدا ملوڪ فرزند ڄائو جو وڏو ٿيو، ۽ جنهنکي ماڻس اوستي جي وفات کانپوءِ پار وٺي وئي. خبر نہ آهي تہ جيئرو آهي يا نہ!



باوجود ايڏي عظمت جي بزرگن ۾ ايتري قدر نهٺائي ۽ حليمي هئي، جو سڀڪنهن ادنيٰ ۽ اعليٰ کي پاڪر پائي گڏ با هوا ۽ ڇاتي سان لڳائيندا هوا. منجهن ايتري قدر مقناطيسي اثر هوندو هو، جو ماڻهو حال ۽ وجد ۾ اچي ويندا هوا ۽ منجهن قلبي ذڪر جاري ٿي ويندو هو. مون تي بزرگ جي گهڻي نوازش هوندي هئي، ۽ مونهنجا هٿ اکر ڪين وٺندا هوا. مدرسي جي پرنسپاليءَ واري زماني ۾ قرب وچان منهنجا مهمان ٿيا، ۽ گهڻو خوش ٿي ويا.

پاڻ سنڌي ڪلام بہ گهڻو چيو ٿو ڏسجين، جو ڏاڍي سوز سان پريل آهي. جيڪڏهن انهي خاص انداز ۾ پڙهجي، تہ جگر پاش پاش ڪري ڇڏي. مونکي فقط مارئيءَ جي مثنوي جا ڪي بيت ياد آهن، جي هيٺ ڏجن ٿا:-

اول ڪريان ثنا ستار سائين،
وچوڙيل کي سڄا سارو ملائين.
اباڻن جي اڪنڊ ڪيا چاڪ درچاڪ،
جگر جيرا جلي ڪامي ٿيا خاڪ.
اداڙي! تو عمر مون قيد ڇو ڪيو؟
پنوهارن جي پرت جو پيچ مون پيو.
پنوهاريون هٿ ٻين پائي پلر پاڪ،
آئون ويٺي وسايان منهن مٿي خاڪ.
مٿو مرسل جڏهن ايندو سچڻ سنڌ،
ٻندي بيڪار کان ٿيندو بدا بند.

گهڻائي سندن فيض مان رتا. سندن ڪيترائي خليفا هوا. جن مان ڪن جا نالا ياد اٿم، جهڙوڪ ميان عبدالله يمشي فقير، جو خود هڪ بلند پايي جو عالم هو، ۽ سيد خير شاه جلباڻي وارو، جو اسان جي گهر ايندو ويندو هو. مولود سٺا چوندو هو ۽ آواز نهايت سريلو هوندو هوس، ۽ اخلاق عظيم جو صاحب هو. ملڪاڻين کان موٽبو هو ته وات تي حافظ نبي بخش يا ميان فقير محمد وٽ ساهي کڻبي هئي. هڪ دفعي ملڪاڻين کان موٽندي تمام ٿڪجي پيس. (پنڌ ڪرڻ جو اصل ڪوڄڙو آهيان، جو پير ڏاڍا اٿم. ميل کن پنڌ ڪريان ته هڦجي پوان.) ۽ الٽيون ٿي پيم. سو مامو عبدالڪريم مونکي خليفي نبي بخش جي مڪتب واري اوطاق تي وٺي ويو، جتي مصري جو شربت پي دل کي آٿت آيو. ميان عبدالله يمشي پهريائين ملڪاڻين ۾ درس ڪرائيندو هو، پر پوءِ پار لڏي وڃي ويٺو، جتي سنديس تدريس جاري هئي. منهنجا ڪرمپور جا ٻه ملا چوڪرا دوست، محمد رمضان ۽ امام بخش وٽس پڙهندا هوا. ۽ وٽانئس ئي دستار بندي ڪيائون ۽ پوءِ مولوي عبدالحي ۽ مولوي عبدالعزيز جي نالن سان مشهور ٿيا. عبدالعزيز وفات ڪري ويو آهي، باقي عبدالحي اڃا جيئرو آهي. يمشي فقير هڪ پيري دي. پي. آءِ واري زماني ۾ ڪنهن خسيس ڪم لاءِ مون وٽ آيو هو. ڪيس ڏسي ڏاڍي سرهائي حاصل ٿيم ۽ ڪم ڪري ڏنو مانس.








حافظ محمد صالح، صاحب ڪرامت جو هئو. سندس وڏو ڀاءُ حافظ ميان گل محمد اسان جي مسجد ۾ قرآن شريف پڙهائيندو هو. مڪتب تمام وڏو هو، جنهنڪري سندس ڀاءُ حافظ محمد صالح ۽ سندس فرزند حافظ محمد عالم، حافظ محمد پريل ۽ حافظ نور محمد کيس ڪتاب ۾ مدد ڪندا هوا. انهن ميني کي اسان جي هڪ شاهوڪار مائٽ حاجي سائينڏني، جنهنکي پنهنجي مال ۽ دولت تي باور هوندو هو لوڏي ڪڍيو، جو پوءِ لڏي وڃي نئين وهڻ ۾ ويٺا. اهڙي طرح اڳ ۾ مولوي عبدالرزاق صاحب بوبڪائيءَ ۽ حافظ محمد قاسم آري سراءِ واري کي به جهيڙو ڪري پيچائي ڪڍيو هوائين. مولوي حافظ عبدالرزاق صاحب، مولانا عبدالله ٽپڻائي جو شاگرد هو. حديث ۽ فقه جا ڪتاب بر زبان ياد هئس. ميان عبدالله سگهورو چوندو هو ته ”ابا! اسان تيهه ورهيه علم پڙهيو، پر استادن اسان کي پڳ نه ٻڌائي، باقي اسان سو پنهنجي شاگرد کي فضيلت جي دستار ٻڌائي. پر اهو اسان جو شاگرد شينهن آهي. اڄ ڪلهه ململ تمام سهانگي ٿي پئي آهي، ۽ سيڪو پڳ ٻڌيو مولوي ٿيو ويٺو آهي.“ مولوي عبدالرزاق صاحب لنواريءَ جي درگاه جو مريد هو، اگرچه خواجه حسن جان صاحب سرهنديءَ جي صحبت ۾ پڻ گهڻو ڏنو ويندو هو. جڏهن خواجه احمد زمان جي اوائلي دور ۾ ”صلوات علي پير لواري“ وارو فتنو جاڳيو، تڏهن ميان عبدالرزاق به قران ۽ حديث

جي دليلن سان انهيءَ ڳالهه جي تائيد ڪئي. ڪو به عالم ڪيس حجت ۾ ماري نه سگهيو، ۽ سڀ دنگ رهجي ويا، پر جڏهن ظاهري عالم ۽ فقيه دليل بازيءَ ۾ پچي نه سگهندا آهن، تڏهن زور هوندو اٿن تڪفير جي فتويٰ تي. سو تڪفير جي تحرير مٿس جاري ڪئي وئي ۽ انهيءَ واقعي بعد سندس وقعت گهٽجو گهٽجي وئي، پر سنتشي راهه رباني ورتائين ۽ جاهلن جي جهڙپ کان ڇٽي پيو "واليه ترجع الامور." حافظ محمد قاسم به نيم مولوي هو. ڪيس مطالعي جو وڏو شوق هوندو هو. مون ڪيس ڏٺو هو ته ڪيئن باوجود جهانورائي جي ڪتاب سان سنهن لڳائي سجو ڏينهن ويٺو پڙهندو هو.

حافظ محمد صالح ساري عمر ستوجتو ٿي گذاري. جوانيءَ جي جوش ۾ ڪانئس ڪي سهوون ضرور ٿيون، جن لاءِ خدا ڪيس بخشيندو، باقي ساري ڄمار پاڪدامن رهيو. قرآن شريف نهايت صاف ۽ چٽو پڙهندو هو، ۽ شايد "قول اورا لحن ني آوازني" تي عمل پيرا ٿي، ترنم کان پاسو ڪندو هو. سندس ڦيڻي ۽ تعويذ ۾ وڏو تاثير هوندو هو. هڪ دفعي "نئين واهڻ" وڃڻ ٿيو، ڏٺم ته هڪ وڏي هيانچي وارو شخص تڏي تي پٺيءَ ڀرليٽيو پيو آهي، ۽ پيٽ جي مٿان چيڪيءَ مٽيءَ جو ٿالهو لولو رکيو اٿس. حافظ صاحب پوءِ هڪ تيز ڪاتي ڪڍي آيو، ۽ خوب مٽيءَ کي ابتا سبتا ڇهڪ ڏنائين. ٿوري وقت ۾ مريض بالڪل چاق ۽ نوبنو ٿي پيو. سو ٻن ماڻهون وٽس دعا لاءِ ايندا هئا، پر هو ڪنهن کان به پائي ڪين وٺندو هو. پڇاڙي جو ڪرمپور ۾ وڃي ويٺو جتي قرآن جي حفظ لاءِ هڪ وڏو مڪتب کوليائين، ۽ ڪيترائي طالب وٽس تعليم وٺندا هوا. مان جڏهن ڪراچي کان ڳوٺ ويندو هوس، تڏهن ڪيس



پيادل يا آٽ تي چڙهي ملڻ ويندو هوس، ۽ سندس رس ڀري صحبت مان گهڻو حظ حاصل ڪندو هوس.

قارئين ڪرام مونکي معاف ڪندا، جو پنهنجي حڪايت ڪندي وچي جهاجهه ۾ پيس. "الحديث ذوشجون." مولودن ۽ معجزن سان گڏ مونکي ڪافين ۽ ڳالهين ٻڌڻ جو به وڏو شوق هوندو هو. ابتدائي اسڪول واري ئي زماني ۾ گل خندان، امير حمزو، ممتاز د مساز الف ليله وليله، چار درويش، گل بڪاولي ۽ خورشيد جهڙا ڪتاب پڙهي ڇڏيا هئم.

ڪافيون اوستي محمد بچل جي دڪان تي ڳائبيون هيون. پاڻ ڪيس آٺن ۾ پڙ هو. گنبت ۽ نصرپور جا ڪاريگر سيئي سنڌ ۾ استادي مڃيندا هوا، اگرچه شهر جي ماڻهن يا خود سندس پاڙيچن ڪانئس اهو هنر نه پرايو. ان سان گڏ علم موسيقي جو به وڏو ماهر هو. يڪتارو ۽ مدم چڱيءَ طرح وڄائي سگهندو هو. وٽس طرح طرح جا ڳائڻا ۽ گويا ايندا هوا، ۽ سج لٿي ڪانپوءِ وٽس راڳ جي مجلس ٿيندي هئي. جنهن ۾ شهر جا راڳيندڙ جهڙوڪ اوستو محمد امين ۽ عيسو پخالي ڳائي لاءِ سندس بلغاري چلم مان وزم پرڻ لاءِ ڪٺا ٿيندا هوا.

خوب ڪچهري لڳندي هئي، ۽ سڄيدار روحاني ڪافيون ۽ غزل ڳائڻ ۾ ايندا هوا، جهڙوڪ:-

۰۱ عاشقن جون ازل کان پنهنجي يار سان لائون لڳيون.
۰۲ جي هجين عاشق، ته ٻر سر ميهن محبت جو وساءِ.
۰۳ دنيا ۾ دل جو مطلب، پورو ٿيو ته ڇا ٿيو؟
۰۴ رخ تنهنجي روشن ڪيو جلوو ڪلام الله جو.
۰۵ رند روز شب آهن سدا، وحدت جي واديءَ ۾ غرق.

اهڙي طرح مخدوم سنڌي سوائيءَ جي سترهينءَ تي عيسو پخالي ۽ ٻيا رات جي وقت دودي چنيسر ۽ سيف الملڪ جو قصو ڳالهن ۽ دلن تي ڳائيندا هوا، ۽ ڏاڏي لئه لڳندي هئي. اهي سڀ واقعا من تي منقش اٿم. ڳالهيون ۽ آکاڻيون ماسي عثمان کان ٻڌندو هوس. هو رات جو امان جي پل ۾ جوئر جي کانن جي ڪتر هڻندو هو ۽ مان ڪيس ڪانا سوري ڏيندو ويندو هوس، پاڻ قصو ڪٽندو هو. اهڙي طرح الف ليله وليله جا ڪيترا قصا جهڙوڪ: ملڪ عجيب، علاءالدين، علي بابا چاليهه چور وغيره چاچي عباس جي والده مائي فاطمه کان ٻڌم، جا هڪ نهايت سنجيده متقي، وڏ گهراڻي عورت هئي. سندس وڏو پاٽ قاضي ميان عبدالرحمان صاحب پنهنجي تحرير نويسيءَ ڪري آسپاس ۾ مشهور هو ۽ اکر اهڙا هوندا هئس جهڙا موتي جا داڻا، سنديس پيڻ قاضياڻي حاجياڻي مائي حوا پنهنجي پرهيز تقويٰ جي ڪري عام ۽ خاص جو مرجع هئي، ۽ ننڍا وڏا سنديس عزت ڪندا هئا.

اونر پيم اپار، هينڙو لٽ لٽي ويو،
هئا هنياريءَ وچ ۾، پريم تنهنجا پار،
ڪيم ڪڪان سنيار، هي پڻ وهه وهي ويو.

ڇهين درجي انگريزيءَ ۾ هوس، (يعني ۱۹۱۲ع ۾) ته ڪاميٽي امتحان جي خانگيءَ طرح تياري ڪري ورتم. فقط ٽماهي حساب پياري ڳوٺ واري ماستر محمد ادريس کان سکندو هوس. ڊي. پي. آءِ واري زماني ۾ ماستر ممدوح کي دادو ضلع ۾ سپروائيزر (مفتش) مقرر ڪيم، پر بيڪار ثابت ٿيڻ ڪري ڪيس پوئتي هٽائڻو پيو، جنهنجو گهڻو ارمان اٿم. فرض ادائيءَ ۾ اهڙو سانگو اجايو آهي. سڄي لاڙڪاڻي ضلع ۾ ستاهون نمبر آيس.



شاگرد ڪانئس ڪئو ڪائيندا هوا، مونکي تمام پائيندو هو، چاڪاڻ ته مان سڀني شاگردن ۾ برک هوس ۽ ڪڏهن به پهريون نمبر هٿان نه ڇڏيم. منهنجو دوست ڪيول موٽواڻي، جو مونکي بعضي پيسي جي به از خود مدد ڏيندو هو ۽ تمام هوشيار هو، ۽ انهيءَ ڪچيءَ اوستا ۾ انگريزي ۾ وڏا پستڪ پڙهندو هو ۽ جو هينئر ڊاڪٽر ڪيولرام موٽواڻيءَ جي نالي مشهور، ٿياسافيءَ جو پوءِ لڳ، ڪولمبو ۾ وڏي عهدي تي آهي، سو به مونکي پڄي نه سگهيو.

اسانجي مسڪيني ايتريءَ حد تي پهتل هئي، جو چوٿين درجي جي ڪتابن خريد ڪرڻ لاءِ مونکي موڪل جي وقت طغاريون ڍوئيون پيون، پر ڪنهن جي اڳيان محتاجيءَ جو هٿ ڪين ڊگهيم. ڪي ڪتاب ته پنهنجي هٿ پاڻ لکيم، جهڙوڪ ولڪنسن آلجبرا جو پهريون حصو ۽ گاڊفري سڊنس جي جاميٽريءَ جو استعمالي پهريون حصو، جي پوءِ منهنجا سنگتي مون کان ولي ويا. باوجود ايترين تڪليفن جي پنهنجي پڙهڻ کي ڇڏيو رهيس ۽ ڪڏهن به دل شڪستو نه ٿيس.

اسڪولي نموني جي فارسي چوٿين درجي کان شروع ٿي ۽ بادستور صرف ۽ نحو جي قاعدن موجب "حڪايات لطيف" جو ڪتاب جديد نموني ۾ پڙهيو ويو، جنهن هيڪاري سون تي سهاڳ جو ڪم ڏنو ۽ آئنده جي اڀياس جو پختو پايو ٻڌو، تنهن هوندي به پراڻي طريقي موافق "گلستان" ۽ "بوستان" انهيءَ سال پڙهي ويس.

هيڊ ماستر صاحب کي يقين هو ته مان ضرور چوٿين درجي ۾ به اڳ وانگر پهريون نمبر ايندس، ليڪن فڪر فقط هن ڳالهه جو هو، سال پوري ڪرڻ بعد مبادا منهنجي تعليم ختم نه ٿي وڃي، چاڪاڻ ته مونکي متي

پڙهڻ جي وسعت ڪان هئي. ان وقت ضلع اندر لاڙڪاڻو مدرسو ئي هو، جنهن ۾ هڪ مسلمان ڇوڪرو تعليم وٺي سگهيو ٿي، پر اهو مدرسو خاص زميندار طبقي ۽ وڏن ماڻهن جي ڇوڪرن جي تعليم لاءِ مخصوص هو. اتي هڪ غريب هاريءَ جي ٻار جو پهچڻ مشڪل هو. هيڊ ماستر دل نه هاري ڇيو ته هڪ انگريزي ۾ سٺن اکرن سان درخواست لک ته اها وڏي سفارش سان لاڙڪاڻي ضلع جي ڪليڪٽر ڏانهن ڏياري موڪليان، ڇاڪاڻ جو اهو صاحب مدرسي جي بورڊ جو به پريزيڊنٽ هو، ۽ گورا صاحبلوڪ مسلمانن جي تعليم ۾ گهڻو ڀرو وٺندا هوا.

مون هڪ درخواست سهڻي ۽ سوزناڪ انگريزيءَ ۾ لکي ورتي، جا هيڊ ماستر صاحب زبردست سفارش سان ڪليڪٽر ڏي رواني ڪئي. آسرو گهڻو ڪون ٿي ڏنو، پر الله ۾ اميد وڏيائي هئي:

ما کار۔ خويش را بخداوند کارساز
سپرديم، که کرم اوچها کند

سال ١٩١٣ع پوري ٿيڻ تي مان چوٿين انگريزي درجي جي آخري امتحان مان نهايت ڪاميابيءَ سان پار پيس، ته رب جي لطف سان لاڙڪاڻي مدرسي ۾ فري بورڊ شپ جو آرڊر به اچي مليو. اهڙي خوشي ٿيم، جو ڪپڙن ۾ نه پيو ماپان ۽ يڪدم تياري جي ڌڙ ڌوڙ ۾ لڳي ويس.

لاڙڪاڻي ڏي روانگي:-

**حياتي جو ڏيون دور:-** حال هي هئوم جو پائڻ لاءِ سنجيدا ڪپڙا ڪون هئم. ٿاهي بافتي جو ڀرياڻ، ململ جو پٽڪو، نيرم ڀڏل ٻاچن پريل سٿڻ، سوچڪي جتي ۽ پٺاڻن ڪان کڏل ڍگهو گڊلو يا ڪوٽ، مڙس هليو آ لاڙڪاڻي! جنهن بابت انوقت چيو ويندو هو:



”هجئي هڙ ۾ ناڻو، ته گهم لاڙڪاڻو.
ٻيجل وانگي واليءَ در وينتي ڪيم:-
ٻلا ٻيري ٻر، پالهو پاند پينار جو.“

پراڻا سراڻا ڪپڙا ۽ ڪي قدري ڪتاب پراڻي لوهي صندوق ۾ وجهي الله جي آس ڪري، گاڏيءَ ۾ ويٺس. ٽن چئن ڪلاڪن اندر اچي لاڙڪاڻي لڪ ڪيم ۽ پڇائيندي پڇائيندي، مدرسة الاسلام لاڙڪاڻي جي ديوارن اندر داخل ٿيس. زميندارن جا البيلا ۽ خوش پوشاڪ ڇوڪرا منهنجي اها ابالي ۽ ڦوليندڙ حالت ڏسي اچي کل ۾ چٽڪيا، چي ”هي رئيس به آيو آهي پڙهڻ!“

حقيقت ڪري هي پهريون مثال هو، جو هڪ غريب هاريءَ جو ٻار، لاڙڪاڻي مدرسي ۾ زميندارن جي ٻارن سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي تعليم وٺي ۽ ساڻن گڏ ساڳيءَ ميز تي ماني کائي. اها انهن لاءِ وڏي اهانت ۽ ذلت هئي، جو هڪ لال پيوت ساڻن همسري ڪري. انوقت مدرسي جو پرنسپال مرحوم قاضي جان محمد صاحب شڪارپوري هو، جو پوءِ منهنجو زبردست همرفيق ٿيو ۽ جنهن کي آئون استاد جهڙي عزت ڏيندو هوس سو مونکي پڙهائيندو هو ته جڏهن منهنجي درخواست مدرسي جي بورڊ وٽ فري بورڊريءَ لاءِ پيش ٿي، تڏهن سڀني زميندار ميمبرن انجي سخت مخالفت ڪئي، چي ”هي غريباڻو ٻار اسان جي اوچي اولاد سان گڏ وهندو ۽ ان ۾ اسان جي شان جي گهٽتائي ٿيندي“. ڪليڪٽر هاسٽن صاحب، جنهنکي منهنجي درخواست جي انگريزي ۽ اکر وڻي ويا هوا، تنهن منهنجي زور سان ٻنيرائي ڪئي ۽ ميمبرن کي تسلي ڏياريائين ته اهڙي هوشيار ۽ ذهين ڇوڪري جي مقابلي ۾ پاڻ اوهان جي ڇوڪرن کي رشڪ ايندي ۽ ممڪن آهي ته اهي پڻ سندس ذهانت ۽ هوشياري ڏسي سڌري پون.

بهرحال ٻئي ڏينهن پنجين درجي واري ڪلاس ۾ وڃي ويٺس.
ڇوڪرا مونکي ڏسي هڪ ٻئي کي پيا اکين جا اشارا ڏين ۽ آستين اندر پيا کلن ۽ ڪڇڪن. ڪلاس ماستر ميان سبحان علي شاهه مونکي مٿي کان وٺي پيرن تائين نهاري ڏٺو ۽ حيرت جو پتلو بنجي پيو. مڙس قداور، پورو، مٿي تي اچو پٽڪو، شهپر وڏا، نڪ چٽون ۽ ڇهنبو، سٺي جهولدار قميص مٿان قيمتي واسڪوٽ ۽ پيرن ۾ چمڪيدار چڪمو هوس. شاگردن کي ڪرڙي اک سان ڏٺائين. سڀ سن ڪائي ويهي رهيا. آخر پهرئين گهنٽي جو سبق شروع ٿيو. منهنجي انگريزي ۾ قرات پڌي سڀئي حيران ٿي ويا. اگرچه اهو ڪتاب منهنجو اڳ جو پڙهيل نه هو. سوال جواب هليو، لفظن جون هجائون پڇيون ويون، جن ۾ آئون سڀني کان ڪسر ڪٽي ويس، ۽ انهي ئي ساعت ۾ پهريون نمبر ٿي ويٺس. سڀني جا ڏند ڇپن سان لڳي ويا. ماستر صاحب جي ارشاد تي يڪدم چندو ٿي ويو، ۽ مون لاءِ مٿا ڪپڙا ٺهرايا ويا ۽ ٿورن ئي ڏينهن ۾ مان هڪ دهقاني شاگرد مان ڦري شهري ٿي پيس.

پنجين درجي ۾ چڱا شاگرد هئا. مونکي مرحوم شيخ الله بخش ۽ عزيزم غلام حسين ڦل جي سنگت وڻندي هئي. ڦل صاحب سان اها اڳوڻي آشنائي ۽ محبت اڃا هلندي اچي، ڇاڪاڻ ته هو اصل کان سهڻن اخلاق جو مجموعو آهي. سندس نهٺائي، هوشياري ۽ شيرين زباني سنهنجي دل ۾ گهر ڪري ويئي. هو پڻ هاڻ مون وانگر فارغ البال ٿي ويٺو آهي، ليڪن اڄ سندس مرڪندڙ منهن ۽ دلپذير مرڪ اندر جي ڦرهيءَ تي اڪريل اٿم. نوڪريءَ جو سارو زمانو شرافت، ايمانداريءَ پاڪداماني بي ريائيءَ سان گذاريائين، ۽ ڪنهن جي چيڙهه کي نه ويجهو نه ويو. خوشامد برآمد کان پري هو. ۽ سڀ ڪنهن کي سچي ڳالهه چئي ڏيندو هو. افسوس جو پاڪستان جي ظهور بعد حڪومت جي ڪارپردازن سندس قدر نه ڪيو (ايمانداري جو قدر ڪٿي آهي؟.) ۽






مرحوم ميان حاجي محمد دائود پوٽو، والد بزرگوار مرحوم شمس العلماء دائود پوٽه، جن جي تربيت ۽ نوري نظر، علامه مرحوم کي علم جو عاشق ۽ خود ياوريءَ جو مجسمو بنايو. هي فوٽو ان وقت جو ورتل آهي جڏهن علامه مرحوم پنهنجي والد صاحب کي حج تي روانه ڪرڻ لاءِ ٺلٺي کان بمبئي سڏايو هو. (سال ۱۹۳۰ع)

ڪيس ڪليڪٽريءَ جي عهدي تان قبل از وقت پينشن وٺي پيئي. مرحوم مرزا قليچ بيگ صاحب جي هڪ مشهور غزل جو بند ته ياد پوي :-

دغابازن دغابازي، چغل خورن تي سڀ راضي،
ٺڳن جي آهه اڄ تازي، عجب هي دور آيو آ.

انهي وقت کهڙو محمد ايوب صاحب ٽئين درجي ۾ هو، جنهنکي مسٽر نواز علي "نياز" خاص طور پاڙهيندو هو. عزيزم غلام رسول ڪيهر ۽ مرحوم سردار واحد بخشخان ڀٽو چوٿين درجي ۾ هوا. انهيءَ زماني جو قديم فوٽو اڃا تائين مون وٽ موجود آهي، جنهن ۾ سڀنيءَ سان گڏ ويٺو آهيان ۽ انهيءَ زماني جا فارسي ۾ مسٽر نيڪ محمد مرحوم کان سکيل بيت اڃا تائين ياد اٿم :-

تصوير احبابان مرا هردم نشانی میدهد
آنزمان کاندر میان بودیم خوش بایکدگر
آنگه زمان- کج روش شیشه وصل رابشکند
تا نباشد غیر ازین مارا نشانی در نظر







اڄ کان اٽڪل صدي اڳ سنڌ مدرسه هاءِ اسڪول لاڙڪاڻو (سال ١٩١٤ع)
(ساڄي کان کابي) :- پهرين قطار (ڪرسين تي) ١. .... ٢. دوست محمد قادري، ٣. غلام سرور قادري، ٤. قاضي جان محمد (پرنسپال) ٥. سيد سبحان علي شاه، ٦. نيڪ محمد، ٧. نوازعلي (نياز)، ٨. مسٽر صادق علي، (ڪلارڪ) (ٻي قطار) ١، ٢ ۽ ٣ نامعلوم ٤. فضل محمد شيخ، ٥. نامعلوم، ٦. غلام حسين شيخ، ٧. الله بخش شيخ، ٨. غلام نبي، ٩. غلام رسول ڪيهر، ١٠. الله ڏنو. (ٽين قطار) ١. عمر بن محمد دائود پوٽو (اڇي پڳ ۽ سيني تي هٿ) ٢. سردار واحد بخش ڀٽو، ٣. لطف الله انڙ، (٤ ۽ ٥ نامعلوم) ٦. غلام رسول ڦل، (٧ ۽ ٨ نامعلوم) ٩. عبدالڪريم انڙ، (چوٿين قطار) (١، ٢ ۽ ٣) ٤. خانبهادر محمد ايوب کهڙو، ٥. ...... (پوئين قطار) ٻيا شاگرد ۽ پٽيوالا.



مرحوم شمس العلماء
دائود پوٽو بي. اي جي
ڊگري حاصل ڪرڻ
کان پوءِ. (سال ١٩٢١ع)



مرحوم دائود پوٽو ١٨ ورهين جي عمر ۾

## (۴)

مرحوم نيڪ محمد صاحب هڪ نهايت قابل ماڻهو هو. ميٽرڪ سنڌ مدرسي مان پاس ڪئي هوائين. فارسيءَ ۾ گهڻو درڪ هوس ۽ انگريزي پڻ عاليشان ڳالهائيندو هو. شيڪسپيئر ۽ ٻين انگريزي شاعرن جو ڪلام گهڻي قدر ياد هوس ۽ نثر توڙي نظم جا فقرا بر زبان فر فر ڪري پڙهي ويندو هو ۽ اسان کي لکائيندو هو. فارسي شعرن مان هي بيت اڃا تائين ياد اٿم :-

ڪاتب ـ قدرت دوسطر ابروانت ڪج نگاشت
يا زحيرت دست او لرزيد يا مسطر نداشت

شڪل ۽ شباهت ۾ مهذب، پر عادتن جو ڇيڳرو هوندو هو. گلاب جي گلن سان ڏاڍي دل هوندي هيس. هڪ گل ڪوٽ جي ڦڙڪي جي سوراخ ۾ هوندو هوس ته ٻيو هٿ ۾ هوس، جنهنکي بار بار پيو سنگهندو هو. سان لاڙڪاڻي مان پنجون درجو پورو ڪري ويس، تنهنڪانپوءِ معلوم ٿيم ته مجازي محبت ۾ قائل هو، ليڪن مجازيءَ جي پل لنگهي اڃا حقيقي تي پهتو ئي ڪين هو، ته عشق نهوڙي نيس، ۽ پنهنجي جواني پاڻسان وٺي ويو. مولا تعاليٰ شال مرهيس!



ماريندءِ مجاز، گهڻي ٿوري ڏينهڙين،
هتان ڇڏيم باز، هاري حقيقت جو.

ماستر نواز علي ”نياز“ هڪ قابل قدر استاد هو. قطع وضع ۾ صاف سٿرو هوندو هو. اگرچه مونکي پڙهايائين ڪونه، پر مون تي گهڻو راز هوندو هوس ۽ پنهنجي خاص ڪتب خاني مان سٺا سٺا انگريزي ڪتاب پڙهڻ لاءِ ڏيندو هوم. اڃا تائين سندس پرائي شفقت هلندي اچي. بحر ۽ قافيي تي پڌل شعر ٺاهڻ ۾ ماهر آهي. رب تعاليٰ شل ڏينهن ڏئيس!

مطلب ته مدرسي ۾ داخل ٿيڻ بعد ٿورن ئي ڏينهن ۾ مدرسي جا شاگرد توڙي ماستر منهنجي هوشياريءَ تي موهت ٿي پيا ۽ بورڊنگ ۾ رهندڙ اڪثر زميندارن جا ٻار مون کان انگريزي سکندا هوا. محترم محمد ايوب کهڙو پنهنجي اوطاق تي رهندو هو. ان سان منهنجي گهڻي لهه وچڙ ڪانه هوندي هئي، ليڪن هو مونکي پري کان عزت ۽ پيار سان ڏسندو هو. سندس اها دلي محبت ۽ شفقت اڃا هلندي اچي. مون سان سندس مهرباني ۽ رغبت اڳي کان به اڳري آهي. ڪيترين ئي ڳالهين ۾ ساڻس گرندو پوندو آهيان ۽ بعضي بعضي ته تلخيءَ سان سچ چوندو آهيانس، پر پاڻ مون سان ڪڏهن به کهرو نه پيو آهي. جڏهين به ڪيس ملڻ ويندو آهيان، تڏهن پيا ڪم ڇڏي به مونکي هڪدم پاڻ وٽ گهرائيندو آهي ۽ جيڪي به چوندو آهيانس، تنهن کان ڪنڌ نه ڪڍائيندو آهي. هڪ دفعي سندس ۽ قاضي فضل الله جي وچم رقابت هئڻ سبب هڪ سياسي نظم ۾ هئن لکيم :-

وزارت جي وني آهي ڏاڍي ڏائڻ ڏنگي ڏندري،
مگر ناهي صبر ذرڙو ادي ايـــوب ثاني کي.

ڪن چيٽي پورن اهو شعر وچي کيس ڏيکاريو، پر پاڻ ڪجهہ بہ نہ ڪڇيائين، ۽ نکي سونسان انجي شڪايت ڪيائين. شل رب العزت کيس مادر-وطن جي عزت برقرار رکڻ ۽ انجي استقلال حاصل ڪرڻ جي جرئت بخشيس ۽ دنيا جي ظاهري مرتبي جي لوڀ لالچ کان برطرف رکيس!

ليڪن منهنجو خاص انس مرحوم الله بخش شيخ ۽ غلام حسين ڦل سان هئو، جي منهنجا همدرس بہ هوا.

انهن زميندارين فرزندن جا والد بہ مونتي گهڻا مشفق ۽ مهربان هوندا هوا. هو وڏيءَ ڏيا ۽ حشمت جا صاحب هوا، منهجانئن شرافت ۽ وڏماڻهپائي پئي ڀڪندي هئي. مطلب تہ هر عزت ۽ احترام جا لائق هوا. هيئين صاحبن جو خاص مونتي مهربانيءَ جو هٿ هوندو هو.

١- مرحوم قائم خان شيخ.
٢- مرحوم پائي خان ڦل.
٣- مرحوم شاه محمد خان کهڙو.
٤- مرحوم شاه محمد لاهوري.
٥- مرحوم الله بخش ڀکهيو.
٦- وڏيرو غلام قادر انڙ.
٧- شاهنواز خان پنو.

مدرسي جي بورڊنگ هائوس جو ناظر مولوي عبدالڪريم صاحب پنو مونکي ازحد پيار ڪندو هو ۽ پنهنجي پٽن عبدالغفور ۽ عبدالمجيد جهڙو ڪري ليکيندو هو. اڪثر پاڻ سان گوٺ وٺي ويندو هوم. منهنجو فارسي



سان چاهہ ڏسي، مونکي "يوسف زليخا" پاڙهڻ شروع ڪيائين. سر تمام مٺو هوندو هوس ۽ پئي چٽا الحان سان گڏجي پڙهندا هواسين. ڏاڍو رس ايندو هو. هو مسجد جو پيش امام هو ۽ سيني بوردرن کي پنجئي وقت نماز جا پڙهائيندو هو. صبح جو يا عشاءَ جي نماز بعد باقاعدي دعائن سان گڏ "سورت الملڪ" (تبارڪ الذي بيده الملڪ) تورو ڏاڍيان پڙهندو هو، جا مونکي پڌي ياد ٿي وئي ۽ هينئر آئون هميشه صبح جي نماز بعد پڙهندو آهيان ۽ سندس روح پرفتوح تي رحمتون موڪليندو آهيان. ضابطو بہ سٺو رکڻ ايندو هوس ۽ سڀ شاگرد سنديس سچتا بہ رهندا هوا. عجب انسان هو!

"احب الصالحين ولست منهم
لعل الله يرزقني صلاحا"

هڪ دفعي لاڙڪاڻي ضلع جو ڪليڪٽر مسٽر هاسٽن صاحب پرنسپال صاحب جي آفيس ۾ آيو. مان جو طوطن جي وچ ۾ ڪانگ هوس، سو مونکي ڏسڻ لاءِ گهرائي ورتائين. سوالن جا جواب پڌي ڏاڍو سرهو ٿيو ۽ قاضي جان محمد صاحب کي حڪم ڪيائين تہ مونکي ڪپڙا ۽ ڪتاب جلد ڏياريا وڃن. انهيءَ اختصاص جي ڪري پاڻ شاگردن ۾ منهنجو رسوخ وڌي ويو ۽ سيئي اڳئين کان بہ وڌيڪ مونکي چاهڻ لڳا.

بوردر سيئي زميندارن جا فرزند هوا ۽ تنهنڪري ماني نهايت سٺي ملندي هئي. رات ڏينهن پوڙ پلاءُ جام ملندو هو. مرحوم مولوي عبدالڪريم صاحب ٽئي چارئي وقت ميز جي مهڙ تي وهندو هئو ۽ سيئي فضيلت سان کائي اٿندا هئا. نشست برخاست جا دستور سڀ آتي سکيا هواسين. هڪ دفعي قاضي صاحب اوچتو معائني لاءِ آيو. سيني شاگردن "سچ مچ" ڪري پئي کاڌو اڻ سڌي طرح چيائين تہ هتي ڪي ڪتا آيا ٿا ڏسجن. سڀ وائڙا ٿي ويا ۽

ڇيائون ته هتي ڪي ڪتا ڪونه آيا آهن. پاڻ فرمايائون ته ”تڏهن هي مڇڪو وري ڇا جو آهي؟ سڀ سمجهي ويا ۽ آئنده سيئي چپ ٻيڙي کائيندا هئا مان ننڍي هوندي کان گوشت نه کائيندو هوس، جو هڪ دفعي پنهنجي عزيزن ابوالحسن ۽ جمن جي طهر تي دنبي جي گگرين کائڻ ڪري دل خراب ٿي پئي ۽ پوءِ گوشت کائڻ ڇڏي ڏنم ۽ جنهنڪري مونکي مائٽ ڇوندائي هئا ”ٻانيڻ“. هڪ دفعي پنهنجي پالتو ٻڪريءَ کي آڙي ٽيڻ تي سير وڌيم، پر سٽڪي تائين ڪاتي نه پهتي ۽ ٻڪري مردار ٿي وئي. ڪڪڙ کي ته شايد هڪ دفعو تڪبير وڌي هونديم، پر پوءِ پيرا ايتري قدر ارمان ٿيم جو سڏڪا ڀري روئڻ لڳس، انهيڪري اڄ تائين گوشت کان نفرت هوندي اٿم، پر لاچار کائيندو آهيان. مدرسن ۾ ته گوشت جي بازي هئي، سو مان به زميندارن جي پٽن وانگي مانس آهاري ٿي پيس.

زميندار پڇا ۽ رياضي علوم، ڪوڙوئي نه لڳي، سو لاڙڪاڻي مدرسي ۾ حسابن ۽ ڏيهي ليکي ڪانسواءِ الجبرا ۽ اقليدس نه سيکاريا ويندا هوا. مون الجبرا لاءِ ”ولڪنس آلجبرا“ جو پيو حصو ۽ ”گاڊفري سڊني جاميٽري“ جو ڪتاب حاصل ڪيا ۽ اهيئي پاڻهي پڙهڻ لڳس. اقليدس جا ۴۸ سڏيان اڳئي پڙهيل هئم، باقي مثال سيئي مفتاح جي مدد سان حل ڪري ڇڏيم. الجبرا پڻ پاڻهي ڪندو هوس، پر جيڪڏهن ڪا مشڪلات پيش ايندي هيم ته لاڙڪاڻي هاءِ اسڪول جي هيڊ ماستر مسٽر ڪوڏوسنگ وٽ ويندو هوس جو پڻ مونکي گهڻو پائيندو هو. مطلب ته هاءِ اسڪول جي معيار موجب سيئي پنجين درجي جا ڪم پورا ڪري ڇڏيم، انهي لاءِ ته آئينده جي ترقي ۾ رخنو نه پوي. باقي لاڙڪاڻي مدرسي ۾ سنڌي جو معيار تمام بلند هو. اسانکي مرحوم مرزا قليچ بيگ صاحب جو ”مقالات الحڪمت“ پڙهايو ويندو هو، جو ”بيڪنس ايسيز“ جو نهايت عمدو ترجمو آهي. وري جو مرزا صاحب جن مناسب هنڌن تي فارسي شعر جا عمدا مثال منجهس وڌا



آهن، تن انهيءَ ترجمي جي قيمت دوبالا ڪري ڇڏي آهي. فارسيءَ ۾ ”صد حڪايت“ پاڙهي ويندي هئي، جنهن مان هيٺيان بيت اڃا ياد اٿم:

۱. چوب تر را چنانکه خواهي پيچ
نشود خشک بجز آتش - راست

۲. خورش بده به دراج و کبک و حمام
که روزي بيفتد هماي بدام

۳. دل شکستن بد ترين - جر مهاست
زانکه دل منظور انظار - خداست

اهي ٽئي بيت منهنجي زندگيءَ جو نصب العين ٿي رهيا آهن.

لاڙڪاڻي مدرسي وارو عرصو نهايت آرام ۽ فرحت ۾ گذريو. جمعه ۽ اچر ڏينهن شهر يا پسگردائيءَ ۾ نزهت (تفريح) لاءِ گڏ يا جدا جدا ويندا هواسين. شهر ۾ بعضي سرائي شاه محمد لاهوريءَ جي باغ ۽ بنگلي تي ۽ بعضي گهاڙ واه جي ڪپ تي نزهت لاءِ وڃبو هو يا بعضي سيئو بازار ۾ ضروري شين جي خريد لاءِ وڃڻ ٿيندو هو. بعضي وري غلام محمد صاحب وڪيل ۽ صوبيدار نبي بخش جي بنگلن تي ويندا هواسين، جي صاحب شاگردن کي گهڻو پائيندا ۽ گهڻي خاطري ڪندا هوا. لاڙڪاڻي جو شهر انهن ڏينهن ۾ تمام برسيل ۽ ڇهڇٽي دار هوندو هو. وڏن ڏڻن تي وري پنهنجن دوستن سان گڏ جي سندن ڳوٺن ۾ ويندو هوس. اهڙيءَ طرح عاقل ٿل، آباد ۽ شيخ قائم خان جو ڳوٺ سڀ گهمي ڏٺا هئم.

وڪيشن تي ڳوٺ ايندو هوس ۽ گهر جي ڪم ڪار، گاهه پٺي ۽ پاڻي پرڻ سان گڏ پنهنجي اڀياس ۾ مشغول هوندو هوس. پهرينءَ اونهاري واري وڪيشن ۾ جنهن رات جو گڏ تي ستو پيو هوس تنهن ۾ هڪ عجيب

خواب ڏٺم. ڇا ٿو ڏسان ته قيامت برپا آهي، مئا قبرن مان اٿين، پيا اُٿين جيئن ماڪيءَ جون مکيون مانارين مان، سج چنڊ تارا سڀ تي پيا ڪرن ۽ هر هنڌ نفسي نفسي لڳي پئي آهي. انهيءَ خواب جو تعبير پنهنجي مرحوم دوست پروفيسر ظهورالدين احمد کان پڇيم، جنهن اهو پنهنجي انگريزي ڪتاب ”خوابن جي نفسيات“ ۾ درج ڪيو آهي، ۽ ڏيکاريو اٿس ته جيڪو ماڻهو قيامت جو خواب ڏسندو آهي، سو وڏي مرتبي کي پهچندو آهي. بهرحال انهيءَ وقت ته مون انهيءَ خواب جو وهڪاٽو ڪونه وجهايو، پر اها ڳالهه سچي آهي ته:

سالي که نيکوست از بهارش پيداست

هن ٽرم جي شروع ۾ پهرين عالمگير جنگ شروع ٿي، جنهنڪري ساري ملڪ ۾ ٿرٿلو پئجي ويو. تنهن هوندي به انجو ايترو خراب اثر نه پيو، ڇاڪاڻ ته انوقت ماڻهن ۾ باهمي آمدرفت جا ذريعا ايترا گهاٽا نه هوا؛ اگرچه ترڪيءَ جي جنگ ۾ گهڙڻ ڪري، مسلمانن ”خلافت تحريڪ“ شروع ڪري ڏني، ۽ سنجهن وڏو هيجان پيدا ٿيو.

قاضي صاحب جي وڃڻ کانپوءِ مرحوم عبدالغني چوڌري سنڌ مدرسي مان بدلي ٿي لاڙڪاڻي مدرسي جو پرنسپال مقرر ٿيو. تمام ڪرڙو ۽ تند مزاج هو ۽ شاگردن توڙي پٽيوالن کي ڏاڍيون مارون چاڙهيندو هو. سندس اچڻ کانپوءِ زميندار ڇوڪرن پنهنجي روءِ سوءِ سندس اجازت بغير فوٽي ڪڍائڻ جو بندوبست ڪيو ۽ مونکي سنبرائي پنهنجي وچ ۾ بيهاريائون. هن ڏينهن جو مسٽر عبدالغنيءَ کي خبر پئي سو ڏاڍو ڪاوڙيو. سيني ڇوڪرن کي سخت قيد ڪڍيائين ۽ مونکي به ڪلاس ۾ جهليءَ جي رسي وهائي ڪڍيائين، پر پوءِ منهنجي هوشياري ڏسي ڏاڍو پڇتاءُ ٿيس، ۽ آئنده لاءِ مونکي تمام گهڻو پيائيندو هو ۽ پڻ مونکي



حسابن جي حل ڪرڻ ۾ مدد ڏيندو هو، ڇاڪاڻ ته هو رياضي دان ۽ سائنس دان هو. ١٩١١ع ۾ جڏهن اتفاق سان سنڌ مدرسي ۾ آيو، تڏهن مونکي ستين درجي ۾ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. جاميٽريءَ جو وارو هو، سو شاگردن کان هي سوال پڇيائين ته ”جيڪڏهن ٽڪنڊي جي ڪنڊ کي اڌ ڪندڙ ليڪن جي ڊيگهه معلوم هجي ته ٽڪنڊو ڪيئن ٺاهجي؟“ سڀ اٿين ڪچن جيئن پٽ. تنهن تي مون هيڏانهن هوڏانهن نهاري هٿ مٿي ڪيو. چيائين ته ”بس بس، هي منهنجو شاگرد آهي.“

انهن ڏينهن ۾ اسڪولي درجا ڊسمبر ۾ مٽبا هوا، ۽ نئون سال جنوري کان شروع ٿيندو هو. سو هن ٽرم جي دوران ۾ هي فڪر اچي دامنگير ٿيم، ته ڇهون درجو ڪٿي ۽ ڪيئن پڙهبو! سنڌ مدرسة السلام ڪراچي جي پرنسپال کي فري بورڊري جي درخواست ڪري ڇڏي هيم؛ پر جواب ڪونه آيو هو. حالتون مايوسيءَ جهڙيون هيون؛ پر انهيءَ مالڪ تعاليٰ اڙين جي آڌار ۽ بي واهرن جي واهرو جو تڪيو هوم، ۽ دل کي آٿت ڏيندو ٿي آيس.

هان! مشو نويد چون واقف نه اي از سر غيب
باشد اندر پرده بازيهاي پنهان غم مخو

۽ پڻ لافاني شاهه لطيف جو بيت نظر ۾ هوم:

هل اميدان اڳ ۾ نااميدي نيج،
هاڙي ڏني هيج، آهي آزارين سين.

عين انهيءَ وقت حاجي محمد ميمڻ سيوهاڻي نوشهري مدرسي کان بدلي ٿي ٿوري وقت لاءِ لاڙڪاڻي مدرسي جو پهريون نائب مقرر ٿي آيو، جو قد جو ڊگهو ۽ لوڪڙ، نئڊي سونهاري رکندڙ، ڪرڪيٽ جو شوقين ۽ پاڙهڻ جو قابل هو. سندس والد صاحب جي امان

جي وڏن سان واقفيت هئي. منهنجو ذهن ۽ ذڪاءُ ڏسي منهنجي ٻي ڀيڻ ۽ ٻي ڪسي جون حالتون محسوس ڪري، يڪدم نوشهره فيروز واري مدرسي جي پرنسپال (مرحوم) رئيس قاضي غلام نبي صاحب ڏي هڪ سفارش جو خط لکيائون ته سونکي مدرسي جي ٻئي ڇهن مان درماهو ڏي رپيا مان ته باقي خرچ پري اتي ڇهين درجي ۾ داخل ٿيان. ٿوري ئي وقت ۾ جواب باصواب اچي ويو ۽ مان پنجين درجي جي امتحاني نتيجي ظاهر ٿيڻ بعد، ٽپڙ کڻي ڳلهيءَ راهي ٿيس.

"در بيابان گر بشوق - کعبه خواهی زد قدم
سرزنشها گر کند خار - مغيلان غم مخور





(٥)

نوشهري مدرسي جي زندگي

" باز ميخواهم ز سر گيرم ره - بيهوده را "

ڳوٺ پهچي نوشهره فيروز ڏانهن وڃڻ جي سنبت ۾ لڳي ويس. تياري ڪرڻ ۾ دير ڪان ٿي. "سڄي جي مڏي، هڪ ڏنڊڻ ۾ ٽڏي" سو ڪتاب ڪڙا ڪاٺ جي صندوق ۾ قابو ڪري، جهڙا تهڙا ڪپڙا لوه جي پيٽيءَ ۾ وجهي؛ رلين ۽ چادرن جو بستر ويڙهي لاڏو آٿ جي ٻنهي پاسن کان ڪڙي، پلاڻ جي وچ ٽنگون ٽيڙي؛ اکيان جت ۽ پيڻان آئون، صبح جي پهر، نوشهري روانو ٿيس.

واٽ تي خيري ديري جو پتڻ پار لنگهڻو هو. ٻور تيار هو. آٿ سس مس گرندي گڙندي ڪاسون ڪاڻي ٻيڙيءَ تي چڙهيو. مهاڻن ٻيڙي ذڪي پار ۾ وڌي ۽ ونجهه ۽ ڳن هلائڻ لڳا. درياه جو جلوو ۽ جوش ڏسي دل دهلجي وئي ۽ بي اختيار هي بيت پڙهيم:

جت سڄي نڙ پيڙ تڪ، پيڙ و آتي ٿيلهي وڌوم،
لهر لوڏي ڪان الاهي، امن سان پهچاءِ پار!

هيءَ حياتي ۾ پهريون پيرو هو، جو درياه جو منهن ڏٺو هوم، نه
ته هن کان اڳ ڪيترائي دفعا ٻوڏن هوندي ٻيڙيءَ ۾ چڙهي سيوهڻ
لعل شهباز جي ميلي تي ويندا هواسين ۽ انهن ميلن جي پاڻيءَ جي مسافري
ڪل خوشيءَ ۾ راڳ روپ ۾ گذري ويندي هئي، پر هتي ته قصو ئي اور
هو. ڪو مائٽ مٽ اوڏڙو ڪونه هئو، نڪو ڪو دڙ دلاسي ڏيڻ وارو.
رکو رب جي تاري ۽ توه هئو. جڏهن وچ درياه ۾ پهتاسين، ته ٻيڙي
سير ۾ اڙجي پئي نه، آخر الله الله ڪندي اونهيءَ مان آڪري پار پياسين ۽
باري تعاليٰ جا شڪرانا بجا آندا سين.

پتڻ لنگهڻ ڪانپوءِ وري هل هلان ۽ ڪاهو ڪاهه. ٻلا، اٺاويهن
يا ٽيهن ميلن ۾ وڃڻ، سو لاڏو آٺ جي جهوٻن ۽ جهٽڪن ڪري چيله ئي
ٽڪر ٿي پئي. آخر ماهر ڪندي سورو ڳچيرو وات تي لتاڙيندي، سج
لٿي مهل اچي نوشهري مدرسي جي اڱڻ ۾ جمل جهڪايم. ۽ سفر جو
پهريون پاڙو پٽ ورو ٿيو، يڪدم پرنسپال صاحب کي خبر ڏني وئي ته
هڙن حالن مان هڪ ڇوڪر ڇهون درجو پڙهڻ آيو آهي. قاضي صاحب
کي اڳيئي مسٽر حاجي محمد، خط جي رستي خبر ڏني هئي، سو هڪدم
حڪم ڏنائين ته مونکي وچين هال ۾ رهايو وڃي. انهيءَ وقت ۾ مدرسي
جي بورڊنگ ۾ ٻي ڊارميٽري (خواب گاه) هوندا هئا، هرهڪ ٽڪندڙ
شاگرد کي کٽولو ڏنو ويندو هو. سو مان به هڪڙي خالي کٽولي تي
هند وڇائي ڏيري ٿي پئجي رهيس، جو آٺ جي ڌوڏن ڌڏڪن هڏ گڏ
چور ڪري ڇڏيا هوا، ۽ هلڻ کان هلاڪ هوس.

ٻئي ڏينهن صبح جو قدري ٽڪ لهڻ بعد قاضي صاحب جي حضور ۾
وڃي حاضر ٿيس، جنهن مونکي محمدن فنڊ مان هر مهيني ٻه روپيا ڏيئڻا
ڪيا ۽ ڇهين درجي ۾ داخلا جو اذن ڏنائين، تنهنڪري يڪدم وڃي



ڪلاس ۾ ويٺس. ڪلاس ۾ ڇوڪرن جو چڱو تعداد هئو ۽ سڀئي ڪپڙن
لٽين ٺهيل ٺڪيل ۽ مهذب ڏسڻ ۾ ٿي آيا. پهريون ئي گهنٽو قاضي صاحب
جو هو، چاڪاڻ ته هو صاحب ڇهين درجي جي انگريزي وٺندو هو. اصل
پاٽ جو ويٺل ۽ عليگڙهه جو پڙهيل هو. مڙس ٻت ۾ ڀريل ۽ عمدو لباس
ڍڪيل، ننڍي فرينچ ڪٽ ڏاڙهي رکيل ۽ پيڪي دار هو. سندس
ڳالهه گنڀير، ڏنڪ وارو ۽ بلند هو ۽ حرف حرف ڇپي ڇڻي ٿي ڪڍيائين.
سندس پيشانيءَ مان نجابت ۽ نياءَ جو نور پئي ٻڪيو، سندس گهوڙڻ تي
سناٽو لڳي ويو، چٽڪ سڀني مٿان ڇپ پئجي وئي. ڪنهن کي مجال جو
سندس اشاري ڪانسواءِ ڪڇي سگهي. آخر درس جو دور شروع ٿيو.
ٿوريئي وقت ۾ منهنجي هوشياري ۽ فلڪ ڏسي، سڀني کي تهرس وٺي ويو
۽ انهيءَ ئي گهنٽي اندر مون وڃي پهريون نمبر والاريو، اگرچه مون
وٽ نڪي ڪلاس جا ڪتاب هوا ۽ نڪا ڪنهن قسم جي اڳ تياري
ڪئي هيم. قاضي صاحب نهايت خوش ٿيو ۽ يڪدم مونکي ڪلاس ۽ هال جو
مانيٽر مقرر ڪيائين. سڄي اسڪول ۽ بورڊنگ ۾ ڌوم مچي وئي ولله الحمد!!

اين سعادت بزور - بازو نيست
تا نه بخشد خداي بخشنده

مطلب ته ٿوريئي وقت ۾ مدرسي جا ماستر توڙي شاگرد منهنجا گرويدا
ٿي پيا، جا سچائي ۽ محبت مون انهن ۾ ڏٺي، سا ڪا ورلي نظر ايندي.

بورڊنگ جي زندگي نهايت خوشگوار گذري. ماني سادي، ليڪن نهايت
سٺي ۽ سوادي ملندي هئي. مهيني جي ويسي فقط ڇهه رپيا هوندي هئي،
پر اڄ اهڙي خوراڪ هوند سٺ روپئي ۾ به ڪانه ملي. برڪت ڀريو زمانو
هو. هفت ۾ جس ۽ شيريني هوندي هئي. وري جو هڪ بورچي يونس
نالي تيوٽ ڌلو بالڪل سٺو ۽ عمدو تيار ڪندو هو. ٻوڙ ۾ ايڏي ته لذت

هوندي هئي، جو ڏئو ڪرڻ ڪانپوءِ به دل چوندي هئي ته اڃا به ڪائجي.
بورچيخاني جي نظرداريءَ تي آخوند ڪريم بخش نالي سنڌي توطن شده (domicile) پنجابي هو، جو هڪ نهايت پاڪباز ۽ متقي شخص هو. مسجد ۾ نماز به اهو ئي پڙهائيندو هو، جمعي جي ڏينهن خطبي مهل وڏي درد ۽ سوز سان وعظ ڪندو هو. اکين جا نار پيا ٽمندا هئس ۽ ايترو ڏپ هوندو هوس جو پائنبو هو ته چڻ قيامت جي ميدان ۾ بيٺل آهي. انهن پنهيءَ کي ڊي. پي. آءِ. واري زماني ۾ وري مليس. ڏاڍي حب ۽ اڪير سان پيش آيا ۽ مون به سنڌين وڏي مرحبا ڪئي آخوند صاحب پوءِ سترنئي وفات ڪئي. اڃا تائين سندس نوراني شڪل مونکان نٿي وسري.

بورڊر سڀ نيڪ نمازي هوندا هئا. پاڻ ۾ قرب ڏاڍو هوندو هون. سيڪنهن جمعي رات مسجد ۾ شغل ٿيندو هو ۽ سڀ سومهاڻي جي نماز ڪانپوءِ گهڻو وقت مسجد ۾ ويٺا هوندا هوا. سيد عالم شاه (جو پوءِ پيلائي آفيسر ٿيو). محمد رمضان (جو پوءِ مولوي عبدالواحد جي نالي سان سڏجڻ لڳو ۽ عمرڪوٽ ۽ حيدرآباد ۾ عربي پڙهائيندو هئو) ۽ آئون گڏجي مولود چوندا هواسين. منهنجو خاص سنگتي نورمحمد انصاري گهيڙگجوءِ وارو ۽ مرحوم محمد رمضان منهنجا ذڪريات (احوال لکندي) بيان ٿا ڪن ته مان انهن ڏينهن ۾ فجر جي نماز ڪانپوءِ باقاعدي مراقبي ۾ وهندو هوس ۽ بعضي بعضي ذڪر جلي يا خفي ڪندي مونکي اهڙو ته حال اچي پوندو هو، جو دنيا ۽ ماسوا جي سڌ نه رهندي هيم. چوڪرا پائيندا هئا ته مونکي جنڙيءَ ورتو آهي. پر هيءَ هڪڙي قلبي ۽ روحاني ڪيفيت هئي، جنهن ۾ اهي انوار ۽ تجليون نازل ٿينديون هيون، جن جو بيان ڪرڻ نه جڳائي. انهيءَ زماني ۾ ڪيترائي سنڌي توڙي فارسيءَ ۾ ڪلام چيم، جي هڪ چوپڙيءَ ۾ قلمبند ڪندو ويندو هوس. افسوس اها چوپڙي عزيزم نورمحمد انصاريءَ پاڻ وٽ رکي ڇڏي، جا پوءِ ڪائنس مجذوبيءَ جي حالت ۾ گم ٿي وئي. فقط هڪ



سنڌي غزل جو ٿل ياد اٿم، جنهن ۾ پهرين سٽ "گل خندان" جي مصنف آخوند لطف الله جي هڪ بيت سان تضمين طور ورتل آهي.

منهن ۾ تنهنجي ڪو پيارا هو تجلو نور جو،
ٿيو پسڻ سان پهڻ پارا، ويو جلي ڪه طور جو.

اهو غزل گم ٿيڻ بعد ٻي پيرا جدا جدا نمونن ۾ چيو اٿم ۽ هيٺيون ٻه ٽي مصراعون اڃا ياد اٿم:

١- ڪاڻ تنهنجي ڪارڻي، وَوڙيم گهڻا صحرا وندر
هٿ وٺي ڏک لائيو، رولو لهي رنجور جو

٢- لن ترانيءَ کي ڇڏي، منهڙو پسائج مون پرين
وصل جو وعدو ڏيو، من مهت ٿئي مهجور جو

٣- پاڻ ڪان پاسي پڇي محبوب جو منظر ڏٺم،
ويو وڃان پردو حيا جو، منهن ڏٺو مستور جو

افسوس جو ڪاغذ تي نه لکڻ ڪري پيا بند نالي سوڏا وسري ويا اٿم، شايد وري ڪنهن بسط جي حالت ۾ دل تي اتري اچن.

موضوع ڪان ٻاهر نه ٿيندو، جيڪڏهن چند سٽون ماسترن صاحبن جي باري ۾ لکان. ميان عبدالعزيز تنيو نهايت هڪ ڀلو انسان هو. سنڌي لباس پائيندو هو. اندر ٻاهر هڪ جهڙو هو. سندس فرشتن جهڙي صورت ڏسي دل کي گهڻي راحت ايندي هئي. صوم ۽ صلوات جو بلڪل پائبند هو. قاضي عبدالغفور صاحب نوشهرائي پڻ هڪ نيڪ شخص هو. آواز ڇيچاٽي ۽ انگريزي سٺي ڳالهائيندو هو. مولوي امام بخش صاحب جو اسانکي فارسي پاڙهيندو هو، سو انشاء پردازيءَ ۾ پڙ هوندو هو. ڳالهائڻ اهڙو مٺو هوندو هوس. جو چئجي ته ويٺو ٻڌجيس. انگريزي سکڻ جو گهڻو شوق هوندو هوس، پر آچار عجيب هوندا هئس. اسٽمڪ کي "اسٽوميچ"

ڪري پڙهندو هو. مرحوم نصير محمد نظاماڻي ۽ مرحوم الله بخش ٽالپر جي پٽوري واري مدرسي مان سيد محمد علي شاه وٽان پڙهي هتي پنجين درجي ۾ داخل ٿيا هوا، تن ۽ منهنجي وچ ۾ انگريزيءَ ۾ مناظرو ڪرائيندو هو ۽ اسانجي گفتگو ٻڌي پنهنجي انگريزي سڌاريندو هو. بدن جو ٿلهو ۽ نهايت ظريف هوندو هو. مرحوم قاضي صاحب رئيس غلام نبي جي فضيلت، شرافت ۽ قابليت جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! پنهنجو مٽ پاڻ هو. انجو منهنجي حياتيءَ ۾ وڏو هٿ آهي.

مونکي بابي هلڻ وقت خرچ پکي لاءِ فقط چوڏنهن روپيا ڏنا هوا، جن مان پٽڻ جو ڀاڙو به ڏنو هوم، ۽ باقي رهيل ڪتابن ۽ نوٽبڪن ۽ ڦهرڻين مهيني جي ويسيءَ تي خرچ ٿي ويا. اها ڦهرڻين ۽ پوڻين رقم هئي، جا مون کي بابي کان پڙ پئي هئي. ان کان پوءِ سارو طالب العاميءَ جو وقت مون ڪائنس پائي به نه گهري، پاڻ ڪيس خرچ ڪاپار پهچائيندو هوس. مون قاضي صاحب جن سان پنهنجي ڪمبلائيءَ جو احوال ڪيو. تنهن چا ڪيو جو باقي بورڊنگ جو اڌ رهيل ماهيانو مواجه به معاف ڪري ڇڏيائين، پوءِ هڪ منو ٿي پنهنجي پڙهڻ ڪي لڳي ويس.

مرحوم قاضي صاحب جو مونتي گهڻو راض هئو. اڪثر پنهنجي آفيس ۾ گهرائيندو هو، ۽ پنهنجا سنڌيءَ ۾ لکيل مضمون پڙهي ٻڌائيندو هوم، جي نهايت دلپذير هوندا هئا. هڪ دفعي ڪلاس ۾ ڪنهن موضوع تي انگريزيءَ ۾ مقالو لکڻ لاءِ ڏنائين. مون اهو مضمون اهڙي دلڪش پيرايي ۾ لکيو، جو ڪيس حيرت وٺي وئي ۽ جڏهن پڪ ٿيس ته مون پنهنجا خيال ڪنهن تان نقل نه ڪيا آهن، تڏهن ڏاڍو خوش ٿيو ۽ اهو مضمون مدرسي جي سڀني ماسترن ڏي مطالعي لاءِ ڏياري موڪليائين. چي "اهڙو مضمون ڪو ايم. اي. پاس ٿيل به لکي ڪين سگهندو" قاضي صاحب اها ڳالهه ڀچڙيءَ تائين سڀنيءَ کي ٻڌائيندو ۽ ساراه مان ڪين ڍاپندو هو،



حقيقت ۾ انگريزيءَ سان منهنجي ڪان وٺي گهڻو چاهه هوندو هوم. نوشهري مدرسي جي ڪتب خاني ۾ ڪو اهڙو ڪتاب مشڪل هوندو جو مون نه پڙهيو. ڇهين درجي جي اوائل ۾ سر سيد اميرعلي جو معرڪة الآراء ڪتاب (Spirit of Islam) "اسلام جو روح" پڙهڻ ۽ سمجهڻ ڪا سٽري ڳالهه نه هئي.

مئي مهيني ۾ اونهاري جي موڪل ٿي. مان پيادوئي پيادو وات تي پنهنجي دوستن سيد پيرل شاهه (جو هن وقت خيرپور رياست ۾ وڪيل آهي) ۽ ملڪن جي وڏيرن چوڪرن وٽ منزلون ڪندو، ملڪن وارو پٽڻ پار پئي، ڦلجيءَ کان باقي رستو ريل گاڏيءَ ۾ طي ڪري، ٻوٻڪ اسٽيشن کان ڳوٺ پهتس. جتي تعطيل جا ڏينهن گذاري جولاءِ جي شروعات ۾ گرمي سخت هجي؛ ساڳيو رستو وٺي وري به پنڌ ئي پنڌ نوشهري ۾ پهتس. جڏهن اهي ڪشالا ياد پوندا اٿم؛ تڏهن حيران ٿيندو آهيان، ته اهي ڏاڪڙا مون ڪئن ڪڍيا! ايڏو ڪو علم لاءِ اڳانجهو عشق هو، جو انجي راهه ۾ ٿڪ ئي نه ٿيندو هوم.

هيچ گه ذوق-طلب از جستجو بازم نداشت
دانه مي چيدم دران روزي که خرمن داشتم

آخر اها ڪهڙي ٻُڌن هئي، ڪهڙي ذوق هو، جن مونکي ايترين سفر جون سختيون سهائيون؟ انهيءَ ڪڙائيءَ ۾ ڪا اهڙي مٺائي هئي، جنهن مونکي مات ڪري وهڻ نٿي ڏنو. بار خدايا! ڪهڙي هن ناتوان کي طاقت آهي، جو تنهنجا شڪرانا مڃي؟

من ازين رنج گرانبار چه لذت يابم
که باندازهء آن صبر و ثباتم دادند

اسڪول جو ڪم جديت سان شروع ٿيو. هاڻي وانگر ڪون هئو، جو اسڪول ۽ ڪاليج ڪلي وڃن، ۽ تنهن کان پوءِ به ڪيترائي ڏينهن

چوڪرا ۽ ماستر پيا هوائون ڪائين. نوشهري مدرسي ۾ فقط ڇهين درجي تائين تعليم هئي، جنهنڪان پوءِ ڇوڪرا وڌيڪ پڙهڻ لاءِ سنڌ مدرسه الاسلام ڪراچيءَ ۾ ويندا هئا. مون کي اها جهوري رهندي هئي، ته سال پوري ڪرڻ بعد ڪيڏانهن ويندس، پر قدرت پرده پٺيان پنهنجو ڪم خاموشيءَ سان پئي ڪيو، جنهن جي مون کي ڪل ئي ڪانه هئي. هيترو ضرور چوندس ته منهنجي دل ڪڏهين ڪان ڏڏيءَ پورو يقين هوم ته، جڏهن وقت پريو، تڏهن ڪارساز پاڻهي ڪونه ڪو بندوبست ڪندو.

سعيءِ ما در ڪار ما آزار ما
ڪار ساز ما بفکر ڪار ما

نيٺ آگسٽ مهيني ۾ آرڊر اچي ويو ته مون کي لاڙڪاڻي ضلع مان سنڌ مدرسي ۾ فري بورڊري ملي آهي. اها خبر وڄ وانگر مدرسي ۾ پکڙجي وئي ۽ سڀنيءَ کي ڏاڍي سرهائي حاصل ٿي. اگرچه ارمان به ٿين، جو مان سنت نوشهري جا وڻ ڇڏڻ وارو هوس. مون به دير ئي ڪان ڪئي. يڪدم ٽپڙ ٻڌي، آٿ تي ڪمر ڪشي، وڃڻ جي تياري ڪيم. سڄي مدرسي جا ماستر ۽ شاگرد احاطي کان ٻاهر نڪري موڪلائڻ لاءِ آيا. دوستن جي اکين مان پاڻي زار زار پئي وهيو. مطلب ته هڪ عبرت خيز نظارو هو، منهنجي به دل پرجي آئي ۽ سڀني سنگتين کي ڀاڪر پائي ۽ ٻين کي هٿ جي اشاري سان خير باد چوندي، آٿ تي چڙهي، جر پنيون جها ڳيندي پڊعيدن جي اسٽيشن تي پهچي، وڃي آگگاڏيءَ جي انتظار ۾ ويٺس.

چه خوش باشد که بعد از انتظاري
به اميدي رسد اميد واري



نيٺ گاڏي به آئي، ۽ اوساس پريندي ان ۾ ٽپڙن سوڌو ٽپ ڏيئي ان ڏهن ڪلاڪن جي ٿڪائيندڙ مسافريءَ بعد اچي ڪراچيءَ ۾ پرگهٽ ٿيس.

کس نمي گويم منزل آخر خبري
صد بيابان بگوشت و دگري در پيش است



(٦)

## "سنڌ مدرسة الاسلام ڪراچي" واري زندگي

تو مپندار که این قصه از خود میگویم
گوش نزدیک لبم آر که آوازی هست

منهن اونداهيءَ جو وقت هو، جو ڪراچيءَ شهر جي اسٽيشن تي پهتس مدرسو ويجهو هو، سو ٽانگي ڪرڻ بدران مزور ڪان ٽپڙ ٽاڙي ڪٺائي ۽ ڪجهه پنهنجي مٿي تي رکي، اچي مدرسي جي دروازي تي پهتس. بورڊنگ هائوس جي سپرنٽينڊنٽ صاحب خواجه علي محمد کي رپورٽ ڪئي وئي، جنهن حال في الحال ڪاٺ جي ڪوٺي رهڻ لاءِ ڏني، ڇاڪاڻ ته حسن علي هائوس ۽ خيرپور هائوس ڀٽي پريل هوا، اها ڪاٺ جي ڪوٺين جي قطار ساڳئي موقع تي هئي، جتي هينئر مردار هائوس اڏيل آهي، ٻي ڪاٺ جي ڪوٺين جي قطار وري راند جي ميدان تي هئي، جا بنسبت وڌيڪ صحت مند ۽ روشن هئي. مان به هوندا کي اٺ هوند تي ترجيح ڏني، انهيءَ ٻوسل واري ڪمري ۾ توڪل ڪري رهي پيس. ان وقت شاه جو هي صوفياڻو قول دل تي ڪون هوم.

"هونديا هوت پري، اوڏو تان اڻ هوند کي"



مان جو ٽڙي ٽڪڙي، سفر جا ڏاکڙا ۽ ڏولاوا ڏسندي، هتي اچي پهتو هوس، سو ڀانيم ته هاڻ اطمينان ۽ راحت جي زندگي نصيب ٿيندي ۽ وري شهر بشهر رلڻو ڪون پوندم.

"چندانکه دست و پا زدم آشفته تر شدم
ساکن شدم، میانهٔ دریا کنار شد"

منهنجو حال به بي بي عائشه صديقه (رضه) جهڙو هو، جا جمل جي جنگ ڪانپوءِ سڀ ڏک ڏاکڙا وساري اچي مدينه شريف ۾ متمڪن ٿي.

فالقت عصاها واستقرت بهاالنوي
كما قر عينا بالاياب المسافر

ڪم ته ڪٺن هو، پر مالڪ تعاليٰ، مشڪل کي آسان ڪري ڏنو.

"کار مشکل بود، ما بر خویش آسان کرده ایم"

رات جي مانيءَ جو گهنڊ وڳو، ۽ سڀڪو ڊائيننگ هال ڏي ڀڳو. ان وقت مانيءَ جا ٽي قسم هوا، ۽ ان موجب بورڊرن جا به ٽي طبقا هوا. غريب، متوسط ۽ شاهوڪار درجي جا شاگرد جدا جدا ميزن تي وهاريا ويندا هوا. اهو ڪلاس بنديءَ جو طريقو ڏسي، دل کي سخت نفرت آئي. لاڙڪاڻي ۽ نوشهره وارن مدرسن ۾ مسڪينن ۽ توانگرن جي وچ ۾ ڪو سنڌو سيڙهو ڪونه هوندو هو، سڀ شاگرد پاڻ کي هڪ جهڙو ڪري سمجهندا هوا ۽ ذات جو ڪو لحاظ ئي ڪونه هوندو هو، جنهنڪري منجهن اخوت ۽ مساوات هوندي هئي. هتي ته ليڪوئي آبتو هو. مال تي مٺائي هئي. فري بورڊرن ۽ غريب شاگردن جو کاڌو تمام غليظ ۽ بي سوادو هوندو هو. صبح جو ٽشي جهڙي چانهه ۽ رکي ڊبل روٽيءَ جا ٻه ٽڪر

ٻن پهرن جو سڪل ايوڳي ڪٽڪ جي ماني، دال، ڀاڄي ۽ ٻي سوادي گوشت ۽ رات جو چانورن سان تازا پلاءُ دال، يا ٻڪري شروي وارو گوشت، يا سائي اٽيي ڀاڄي، يا اڌ پاٽي ملايل کير ملندو هو. مطلب ته هڪڙي ئي ڏينهن ۾ لاڙڪاڻي ۽ نوشهري وارا چورما ۽ قورما وسري ويا. پر سان متوسط ۽ اعليٰ درجي وارن کي پلاءُ، برياڻيون ۽ يخنيون کائيندو ڏسي، غريب شاگردن جو هڪ ٻيو پاٽي ٿيندو هو، ڪيترا ته ٻيا واجهائيندا هوا ته من ڪو ٽڪيو ٽڪر پور، ٻوڙ يا پلاءُ سامهون دوستن کان ملي پوين! مان سڪل ڏوڏن تي هريل هوس، سو مونکي ته انهيءَ ڳالهه جي پرواهه ئي ڪانه رهندي هئي.

"اي قناعت! تونگرم گردان
كه وراي تو هيچ نعمت نيست"

رات جي مانيءَ بعد باقاعده ٽيوشن ٿيندي هئي ۽ سڀ بورڊر بلا استثناء جي هڪ ڪلاڪ لاءِ مدرسي جي مٿئين هال ۾ هڪ ٻگهاردار ماستر جي نظرداريءَ هيٺ ڪلاس جا ڪم پڙهندا هوا ۽ پنهنجون مشڪلاتون ماستر صاحب کان حل ڪرائيندا هوا. ٽيوشن کان موڪل بعد عشاء جي نماز جي بانگ ايندي هئي ۽ سڀڪو نماز پڙهي، پنهنجي پنهنجي ڪوٺيءَ ڏانهن راهي ٿيندو هو ۽ يارهين بجي بتين وسامڻ تي بستري داخل ٿيندو هو.

نماز جو خاص تاڪيد هوندو هو، ۽ اڪثر سيني وقتن تي باقاعده حاضري ورتي ويندي هئي. ان وقت مسجد جو مانيٽر مسٽر علي محمد سيال هوندو هو جو پوءِ ڊي. پي. آءِ. واري زماني ۾ منهنجو شخصي معاون (پرسنل اسسٽنٽ) ٿيو. نهايت سچائيءَ، خلوص ۽ وفاداريءَ سان سارو وقت نباهيائين. مسجد جو خطيب مولوي عبدالرحيم صاحب منگسي هو، جو نهايت معقول شخص هو ۽ پنهنجو وظيفو تمام پابنديءَ ۽ صدق



سان بجا آڻيندو هو. هن بزرگ جو منهنجي حياتيءَ ۾ وڏو هٿ هو، جنهن اڳتي هلي جا بجا موقع آهر سندس ذڪر ڪندو رهندس.

ٻئي ڏينهن صبح جو ڇهين درجي جي پهرئين حصي ۾ وڃي ويٺس. انوقت ڪلاس جو ماستر ڊي. ٻي ڪوٽوال پارسي هو، جو مدرسي جو نائب پرنسپال به هو، مگر پرنسپال ٽي. ايچ. وائينس جي موڪل تي وڃڻ ڪري پرنسپاليءَ جو عهدو پڻ هلائيندو هو. نهايت لائق ۽ فائق شخص هو. اگرچه مذهبي نقطهءِ نظر کان زرتشتي هو، ليڪن ٿياسافسٽ هئڻ سبب، وٽس مذهبي مت ڀيد ڪونه هوندو هو، ۽ سيني کي هڪ جهڙو ڪري ڀائيندو هو. اڪثر چوندو هو ته الله پاڪ مرڪز آهي ۽ اسين آهيون گهيري تي مختلف ٽڪا، جيڪي مرڪز کان برابر فاصلي تي آهن. انهيءَ وقت عمر جو ڪڙروڙ هو، اونهاري سياري ڇٽي ڪلهي تي رکندو هو. سندس ڏکي ڏاڙهي ۽ لڙيل مڇون سندس وات ڍڪي ڇڏينديون هيون. ڪنڌ هميشه هيٺ هوندو هوس ۽ اکيون مشعلن وانگر ٻيون ٻرنديون هيس. سندس زيرلب گفتي ۾ ايڏو ته اثر هوندو هو جو ڪو به شاگرد ساڻس گستاخ نه پئجي سگهندو هو. ميهڙ جو هڪ ڇوڪرو مينهون نالي ۽ ٻيا ساڻس گستاخ ٿيندا هوا ته چوندو هون "بيوقوف ڇوڪرا! ويهي رهو." پاڻ انگريزي، تاريخ ۽ حساب سيکاريندو هو. انگريزي ۾ سخت ماهر هوندو هو.

مان کيس پيرين پئي مليس ۽ ادب ساڻ سندس اڏو ٻيهي رهيس. مون ڏي گهوري نهاريائين ۽ منهنجا ڪٽل ڪپڙا ۽ ڏنگي ڦڏي جتي ڏسي قياس اچي ويس. يڪدم حڪم ڏنائين ته مونکي هڪ ڪپڙن جو وڳو ۽ ڪاري علي ڳڙهي شيرواني نما ڪوٽ ۽ هڪ بوٽ ڏنو وڃي ۽ سندس اشاري تي وڃي پوئين بينچ جي آخري نشست تي ويٺس، جيئن اڳئين زماني جو دستور هوندو هو ته نئين شاگرد کي پوئين جڳهه تي وهاريندا هوا. سندس گهنٽي ۾ پوئين قطار ٽپي، اچي انهيءَ کان اڳينءَ تي ويٺس. ٻيو گهنٽو مسٽر

ٽرمبڪ لال مرهٽي جو هو، جو اسان جي ڪلاس کي مضمون نويسي ۽ جاميٽري سيکاريندو هو. جوان، شڪل جو ٺاهوڪو، ڪپڙين لٽين ٺهيل ٺڪيل، وڏن شهپرن وارو، نهايت شائستو ۽ ٻيڪي دار مڙس هو. ڏاڍو چتر زبان ۽ پنهنجي موضوع ۾ ماهر هو. ڪو سوال ڪلاس کان پڇيائين، جو ڪنهن کي به نه آيو. آگر ڪٿندو، مونکي به ڇڏي ويو، ڇو ته مان اتيجي قاعدن قانونن کان واقف نه هوس، سو جواب لاءِ ڪڙو ٿي بيٺس، جنهن تي ڪيس ڏاڍي خار آئي ۽ ڪاوڙ مان ترڻ تي هڪ بيد جو لڪڻ وهائي ڪڍيائين. منهنجون ته مٿيون ئي منجهي ويون، ۽ پهرئين ڏينهن پنهنجي غفلت جو نتيجو ٻاٽم. سڀ نمبر لتاڙي، اچي پهرئين جڳهه تي ويٺس، تڏهين ڏاڍو اريان ٿيس، ۽ ڪلاس ۾ علي الاعلان پنهنجو پڇتاءُ ظاهر ڪيائين. ۽ آئنده لاءِ منهنجي گهڻي عزت ڪرڻ لڳو، حتيٰ ڪ اسڪول کان خارج ٿيڻ بعد به جيڪڏهن مونکي ڏسندو هو، تڏهين مونکي ٻيهاري حال احوال پڇندو هو، ۽ گهڻو پيار ڏيکاريندو هو. سندس خارج ٿيڻ جو به هڪ عجيب واقعو آهي!

وائيٽس صاحب ولايت کان موٽي آيو آهي. انڪان ٿوروئي وقت پوءِ مسٽر ٽرمبڪ لال جو اسان جي هڪ ڇگيءَ عمر واري همڪلاسيءَ ايراني شاگرد سيد جواد سان جهيڙو ٿي پيو، جو هڪڙ ڊرل مانيٽر هوندو هو؛ وائيٽس صاحب کيس گهڻو ڀانئيندو هو. حقيقت ڪري راندين جا سڀ مانيٽر توڙي ڏڏ دودستا هوندا هوا ته به کيس تمام وڻندا هوا. اڪثر راند يگر سمجهه جا ڪوتاهه ۽ ڪمن جا ڪچا هوندا آهن. سو سيد جواد ويو وائيٽس صاحب وٽ شڪايت ڪئي. مسٽر ٽرمبڪ لال به تڙ تڪڙ ۾ ڪلاس ڇڏي چوٽي لوڏيندو گهڙي ويو وائيٽس صاحب وٽ ۽ جوش ۾ چيائيس ته يا جواد کي اسڪول مان ڪڍ يا منهنجي استعفا قبول ڪر. وائيٽس صاحب چيس ته تون ڀلي نڪري وڃ تو جهڙا گهڻيئي ماستر ملندا؛ پر جواد جهڙو شاگرد ڪو مشڪل



ملندم." مسٽر ٽرمبڪ لال کي ڏاڍي ٻچان لڳي؛ سو پنهنجي بيعزتي ڏسي يڪدم استعفا ڏئي هليو ويو، ليڪن حقيقت ۾ مدرسي کي وري ٽرمبڪ لال جهڙو برجستو ۽ لائق ماستر ڪون مليو.

ڇهين درجي جو پهريون پارٽ ڪوٽوال جي ڪري سڄي مدرسي جو نڪ ليکبو هو، سو منهنجي پهرئين ڏينهن اول نمبر وٺڻ ڪري ساري اسڪول ۾ هائس پئجي ويو ۽ ماستر توڙي شاگرد مون ڏي حيرت ۽ اچرج جي نظر سان ڏسڻ لڳا. ڪلاس جا شاگرد اڪثر وڏي عمر وارا هئا، جن مان سيد جواد جو ذڪر اڳيئي اچي چڪو آهي؛ باقي ٻن ٽڻن جا نالا هئا: حبيب دشتي ۽ محمد رضا. پهريون سينئي ڪلاسين ۾ ٽڪو هو، ۽ منهنجي ساڻس ڇٽا پيٽي هلندي آئي، اگرچه مونکان مارڪن ۾ ڪڏهين به ڪٿر نه ڪنيائين ۽ بعضي ته ڪيس فارسي ۾ به ماري ويندو هوس، باقي مشٽرڪ ۾ سو مون کان فارسيءَ ۾ سرسيون مارڪون ڪٽي ويو، ڇاڪاڻ جو سندس مادري زبان هئي. محمد رضا هڪ خاموش، متواضع ۽ مٺڙو آدمي هو؛ منهنجي ساڻس گهڻي محبت هوندي هئي. سنڌي شاگردن ۾ منهنجي ازغيبي رغبت سيد ميران محمد شاه ۽ مدرسي جي بانيءَ حسن علي افنديءَ (رح) جي پوٽي ۽ مرحوم خانبهادر ولي محمد (رح) جي فرزند حسن عليءَ سان هئي، ۽ هو به مونکي گهڻو ڀانئيندا هوا. شاهه صاحب سان، باوجود زماني جي تقلبات ۽ بيوفاين جي، ساڳيو ڀائپيءَ ۽ دوستيءَ جو رشتو هلندو اچي.

دوردستان را بنعمت ياد کردن همت است
ورنه هر نخلي بپاي خود ثمرمي افگند

مطلب ته ٿورن ئي ڏينهن ۾ مدرسي جا اڪثر شاگرد ۽ ماستر صاحب مونکي گهڻو ڀانئڻ لڳا. بوردر ته ڇڻ منهنجا شاگرد بنجي پيا، حساين

توڙي ڀين ڪمن ۾ جيڪي مشڪلاتون هونديون هين، سي مون کان حل ڪرائيندا هئا ۽ مونکي پيار وچان "ڪاڪا" ڪري سڏيندا هوا جئن ڪوٽوال صاحب کي قرب وچان "ڪاڪا" ڪوٺيندا هوا.

انهيءَ زماني جا ماستر به عجيب، هڏ ڏوکي ۽ اعليٰ خيالن جا آدمي هوا. آغا محمدخان پٺاڻ ۽ ميراز غلام دستگير ٻئي جوشيلا جوان هوا. ٻنهي کي ترڪن سان گهڻي همدردي هوندي هئي، جنهنڪري وائينس صاحب کين گهٽو ڪين چاهيندو هو، ليڪن انهن جي برخلاف ڪري ڪجهه نه سگهندو هو، چاڪاڻ ته هو ٻئي بلند خيال ۽ محنتي استاد هوا. ميرزا غلام دستگير اسان کي "سمائيل" صاحب جو ڪتاب (Self-Help) "خود ياوري" سنڌيءَ ۾ ميرزا قليچ بيگ صاحب جو ترجمو ٿيل پاڙهيندو هو، ۽ نهايت جوش ۽ خروش سان ان ۾ آيل ڳالهين جي وضاحت ڪندو هو. هڪ ڀه دفعو مرحوم محمد صالح ڀٽيءَ به سندس غير حاضريءَ ۾ "خود ياوري" پاڙهي؛ پر ان جهڙو اثر پيدا ڪري نه سگهيو. فارسي وري ميرزا سليمان صفوي پڙهائيندو هو، جو ايران جي مشهور شاهي خاندان صفويءَ جي اولاد مان هو. سندس والد ميرزا آصف "مشڪين قلم" وڏو اديب ۽ شاعر ٿي گذريو آهي. ميرزا سليمان مرحوم هڪ نهايت بااخلاق ۽ بافضيلت انسان هو. "قدري مي گساري" به ڪندو هو، جنهن ڪري سندس سيڪارڻ ۾ وڏي موج ۽ مستي هوندي هئي. سونکي گهٽو پائيندو هو، ۽ ايراني شاگردن کان فارسيءَ ۾ گهٽيون مارڪون ڏيندو هوم، جنهنڪري انهن کي ساڙ وٺندو هو. مون فارسي نستعليق لکڻ جي گهڻيئي ڪوشش ڪئي، مگر ان کي پختو ڪري نه سگهيس، تنهنڪري هميشه سنڌي توڙي فارسي، عربي نسخ ۾ لکندو آهيان. ١٩١٢ع ۽ ١٩١٦-١٥ع جا اکر اڄا پاڻ وٽ محفوظ آهن.



ماسوف عليه مسٽر وائينس مونکي اوائل کان وٺي پائڻ لڳو. هو هفتي ۾ هڪ دفعو ڇهين درجي جي عام انگلش وٺندو هو. مونکي سڀني شاگردن کان زياده مارڪون ڏيندو هو، ۽ بعضي ته اسي يا نوي في صدي به ڏئي ڇڏيندو هو. باقي مسٽر ڪوٽوال سو ٿورڙيون مارڪون ڏيندو هو. مان چوندو هوس "ته سائين! ڏسو وائينس صاحب کي منهنجي انگريزي پسند آهي، هو مونکي هيتريون مارڪون ڏئي ٿو، اوهين ايتري ڪنجوسائي ڇو ٿا ڪريو؟" مرهيات چوندو هو ته "احمق! هو انگريز آهي، اسان ديسين کي سليس، سادي، پر اصطلاحي انگريزي لکڻ گهرجي، ته اها اسان لاءِ وڌيڪ ڪارآمد ٿيندي." اها سنديس سونهري نصيحت مونکي ڏاڍي وڻي ۽ آئينده اجائي گل ڪاريءَ کي ڇڏي، سادي، سهڻي ۽ اصطلاحي انگريزي لکڻ لڳس ۽ اڄ تائين سولي ۽ سادي انگريزي لکندو آهيان. ڪاليج واري حياتي ۾ پڻ اها سادي، ليڪن صحيح انگريزي ڪم آيم ۽ سڀني شاگردن خصوصا انگريزي ادب وارن کان به سبقت کڻي ويس. اهو سڀ ڪوٽوال صاحب جي نيڪ مشورن جو نتيجو هو، پر سڀ ڳالهه ۾ مالڪ تعاليٰ جو هٿ هو:

نه گلم، نه برگ - سبزم، نه درخت سايه دارم
همه حيرتم که دهقان بچه کار؟ کشت مارا



پرت پريو پيغام پهتو. الکين جونئر ۾ ميين
جو ملو ٿيو - داور جي درگاه ۾ دمدم دعاگو
آهيان - تہ اهو مولو ملک ڏي ڏي مثال - اوهانجيون
من مراديون پڄائي - انهن جيون آسون اگهائي.
دشمن کي دوست ڪري، سڀني جي سرهائي
جو باعث بڻائي - واهوندا وڌن، وڄڻ ماڳجيٽ
ملڪ ڪندڙ ڪيرٿين - آمين! آمين!
يا الاهه العالمين!
- مستفيض عمر الدين -

مرحوم شمس العلماء جي سنڌي تحرير جو هڪ عڪس. هي خط علامه مرحوم ڪيمبرج يونيوسٽيءَ مان پنهنجي پياري استاد پروفيسر گر بخشاڻيءَ ناليءَ ڪرسمس ڪارڊ تي لکيو هو. (سال ١٩٢٠ع)

مرحوم شمس العلماء جي عربي خط جو هڪ عڪس (١٩٤٢ع)

تمت بالخير والعافية بعون الله تعالى بتاريخ ١٣ ربيع الاول ١٣٣٠هـ

الراقم عمر الدين تلميذ عفي عنه

ماکان صنه

مرحوم شمس العلماء جي فارسي تحرير جو هڪ عڪس هيءَ تحرير انهن ڏينهن جي آهي جڏهن پاڻ اسڪول ۾ پڙهندا هئا. (١٩١٤)

بزرگی بناموس و گفتار نیست - بلندی بدعوی و پندار نیست
گردن فتد سرکش تندخوی - بلندیت باید بلندی مجوی

Parallelism of Pope

Nor fame I slight,
Nor for her favours call;
She comes and looks for
If she comes at all.

ع. م. داود پوٽو
١٩١٢-١٠-١٠

مرحوم شمس العلماء جي انگريزي تحرير جو هڪ عڪس. تحرير جو سال (١٩٥٠)

مرحوم شمس العلماء جي فارسي ۽ انگريزي تحرير جو هڪ نمونو. هيءَ تحرير پڻ اسڪول جي زماني جي آهي. تحرير جو سال (١٩١٦ع)

(٧)

سبک زجاي نگيري که بس گران گهر است
متاع من که نصيبش مباد ارزاني!

لائق استادن جي نوري نظر هيٺ منهنجي زندگي بہ عجب ٿي پئي. محنتي ۽ سخت ڪوش تہ اصل کان هوس، پر مدرسي منهنجي انهيءَ وصف کي وڌيڪ مهميز ڏئي. ڪوٽوال صاحب جو رويو هوندو هو تہ هوشيار شاگردن کي آزاد ڇڏي ڏيندو هو تہ پنهنجي حساب، الجبرا ۽ جاميٽري پنهنجي روءِ سوءِ ڪن، انهيڪري سواءِ گهٽي رهبري جي مون ڇهين درجي جو سارو نصاب ختم ڪري ڇڏيو. حياتيءَ جو هڪڙو دم بہ اجايو خرچ نہ ڪيم. سستيءَ ۽ بطالت ۾ پنهنجو وقت نہ وڃايم. خواه مخواه ڏوٽپائي ڪري خدا تي توڪل ڪانہ رکيم، بلڪ واجبي آرام ۽ راحت بعد، هڪ گهڙي بہ بيڪاريءَ ۾ نہ گذاريم:

از توکل در سبب کاهل مشو
رمز "الکاسب حبيب الله" شنو
گر توکل ميکني در کارکن
کسب کن پس تکيه برجبار کن.

اسڪول جي راندين روندين ۾ بہ برابر بهرو وٺندو هوس. خاص طرح صبح جو ڊرل مونکي وڻندي هئي ۽ جڏهن ستين درجي ۾ وائينس صاحب مونکي "مدرسه ڪرانيڪل" جو ايڊيٽر مقرر ڪيو، ۽ راندين کان معافي، ڏنائين تڏهن بہ ڊرل جو وارو نہ گسائيندو هوس. هر روز شام جو اسٽيشن وارو ڦاٽڪ پار ڪري سمنڊ جي ڪناري تي گردش ڪرڻ ويندو هوس. رات جو ڏهين بجي مهل بستري داخل ٿيندو هوس ۽ صبح جو پاڻهي پنجين بجي اٿندو هوس اسڪول جي برج جو گهڙيال انوقت برابر پنج ڏڪ هڻندو هو. بيماريءَ بڙي کان الله تعاليٰ مونکي محفوظ رکيو. جيڪڏهن بعضي لڳن تي ڪٽس جو اثر محسوس ڪندو هوس، تہ پاڻکي رليءَ يا سوڙ ۾ ويڙهي ٿورو وقت ليٽي پوندو هوس. پگهر اچڻ تي تپ توڙ سڀ رفع ٿي ويندو هو، تمام آڳاٽي وقت کان منهنجو نيم ٿي رهيو هو تہ صبح جو ورزش، تخليه ۽ وهنجڻ ڪانسواءِ نيرن نہ کائيندو هوس. اڄا اهو وضع هليو اچي. مطلب تہ سڀڪا ڳالهہ پنهنجي وقت تي ڪئي ويندي هئي، جنهنڪري پڻ ڪم لاءِ بہ ڪافي فراغت ملندي هيم. اگرچہ دوستن سان مهل سر ورونهہ ڪبي هئي، پر اجائي ڪيچل ۽ گوڙ سان ڪانہ پوندي هيم:

آنڪس کہ زغوغا نرهد، واي برو!
بر خلق - جهان دل بنهد، واي برو!
در دست فقير نيست نقدي جز وقت
آن نيز گر از دست دهد، واي برو!

نتيجي ۾ ڪيترائي هوردر حساب توڙي پڻ ڪمن ۾ مونکان پنهنجون مشڪلاتون حل ڪرائيندا هئا. هڪ پڻ چٽن ڪي پيسن تي بہ ٽيوشن ڏيندو هوس، جهڙوڪ مرحوم محمد باقر جوڻيجو ۽ ڪريم بخش ٽانوري. سيد ميران محمد شاہ، حساب ۾ بالڪل چٽ هوندو هو، تنهن ڪي باقاعده





مرحوم شمس العلماء ۽ سندن پيا عزيز حج جي زماني ۾ احرار جو لباس پهريل سر زمين حجاز ۾ (سال ١٩٥٥ع)



دائود پوٽو، والد بزگوار مرحوم شمس العلماء دائود پوٽہ، پنهنجن پوٽن ۽ پوٽين جي وچ ۾، شمس العلماء جو وڏو صاحبزادو ۽ ميان عظيم الدين دائود پوٽــو سندن هنج ۾ آهي. (سال ١٩٣٥ع)



پاڪستاني خيرسگالي وفد ايران ڏانهن مرحوم شمس العلماء (ساڄي کان) ٻي نمبر تي هيٺ سان (کاٻي کان) پهريون نمبر مولوي محمد شفيع پاڪستاني خيرسگالي وفد جو سرڪرده (سال ١٩٥٣ع)



مرحوم شمس العلماء ۽ بيگم خديجه دائود پوٽہ، بحرين (خليج فارس) جي هڪ تاريخي مسجد جا کنڊر ڏسي رهيا آهن. (سال ١٩٥٥ع)



مرحوم شمس العلماء ايران جي سدا جيئري قومي شاعر، فردوسي جي، تربت، مجسمو ۽ سندس ڪتبو ڏسي ۽ ڪجهہ لکي رهيا آهن (سال ١٩٥٣)



مرحوم شمس العلماء ايران جي سياحت جي دوران ۾ هڪ علمي مجلس ۾ ڪو علمي مسئلو سمجهائي رهيا آهن.



مرحوم شمس العلماء ۽ سندن پيا عزيز حج جي زماني ۾ احرار جو لباس پهريل سر زمين حجاز ۾ (سال ١٩٥٥ع)

مرحوم حاجي ميان محمد دائود پوٽو، والد بزرگوار مرحوم شمس العلماء دائود پوٽي، پنهنجن پوٽن ۽ پوٽين جي وچ ۾، شمس العلماء جو وڏو صاحبزادو ۽ ميان عظيم الدين دائود پوٽـو سندن هنج ۾ آهي. (سال ١٩٣٠ع)





پاڪستاني خير سگالي وفد ايران ڏانهن مرحوم شمس العلماء (ساڄي ڪان) ٻي نمبر تي هيٺ سان (کاٻي ڪان) پهريون نمبر مولوي محمد شفيع پاڪستاني خيرسگالي وفدجوسرڪرده (سال ١٩٥٣ع)

مرحوم شمس العلماء ۽ بيگم خديجه دائود پوٽا بحرين (خليج فارس) جي هڪ تاريخي مسجد جا ڪنڊر ڏسي رهيا آهن. (سال ١٩٥٥ع)





مرحوم شمس العلماء ايران جي سدا جيئري قومي شاعر، فردوسي جي، تربت، مجسمو ۽ سندس ڪتبو ڏسي ۽ ڪجهه لکي رهيا آهن (سال ١٩٥٣)

مرحوم شمس العلماء ايران جي سياحت جي دوران ۾ هڪ علمي مجلس ۾ ڪو علمي مسئلو سمجهائي رهيا آهن. (سال ١٩٥٣ع)



حساب سيکاريندو هوس. پاڻ اچا ٻه علي الاعلان ماڻهن کي ٻڌائيندو آهي ته جيڪڏهن ميٽرڪ ۽ ڪاليج جي پهرئين سال ۾ دائود پوٽو مونکي حساب نه سيکاري ها ته هرگز منزل کي نه پهچان ها. ڪنهن سان ٻه وير وروڌ ڪونه هوندو هوم، سڀڪنهن سان نمي ڪمي هلندو هوس. بغض ۽ ڪينو منهنجي مذهب جي برخلاف هو، بلڪ ڪفر جي برابر هو:

کفر است در طريقت - ما کينه داشتن
آئين ماست سينه چون آئينه داشتن

سني توڙي شيعا، هندو خواه ڪرستان منهنجي نظر ۾ يڪسان هوندا هوا. سيد عطا حسين شاه موسوي، جو منهنجو هم ڪلاسي هو، ۽ نهايت فضيلت وارو، تور ڳالهائو ۽ محتشم هو، تنهن سان منهنجي دوستي انهيءَ وقت کان وٺي جاري آهي.

کفر کافر را و دين ديندار را
قطرهٔ دردت دل عطار را

سوال ڪرڻ يا گهرڻ منهنجي عادت نه هئي. ڏيڻ وٺڻ و هوم ۽ وٺڻ کان ونءُ ويندو هوس، اچا تائين اهو شيوو هليو اچي:

ڏني ڏکويا، اڻ ڏني راضي رهيا،
سامي تي ٿيا، جنءَ ڪين ڪنياڻون پاڻ سان.

هڪ دفعي مرحوم شيخ قائم خان مدرسي ۾ آيو. ڪيس پيرين پئي وڃي مليس. هلندي وقت مونکي هڪ روپيو ٻه ڏيڻ چاهيائين، پر مون ادب سان انڪار ڪيو. چيومانس ته اوهان جي شان وٽان نه آهي، جو ايتري خسيس رقم ڏيو. مون ننڍي هوندي جي هڪ فارسيءَ ۾ پڙهيل حڪايت



ٻڌائي مانس ته اسڪندر اعظم کان ڪنهن شخص هڪ درهم جو دان گهريو، جو هن ڏيڻ نه قبوليو، "هي منهنجي شان وٽان نه آهي." تنهن تي سائل عرض ڪيس ته پلا فلاڻو ڪي فلاڻو علائقو مونکي عطا ڪريو. چيائينس ته تون انهيءَ جو لائق ناهين.

غريب شاگردن جي سهائتا لاءِ وائينس صاحب بعضي ڪي چوڪرا شهر جي متمول ماڻهن ڏانهن موڪليندو هو. هڪ ڀيري مان ٻه وفد سان گڏ جي مرحوم حاجي عبدالله هارون وٽ امداد لاءِ ويس، جنهنجي اڪثر خيرات رو ورياءَ تي ٻڌل هوندي هئي. مان سڀني جو سرڪردو هوس، سو مونکي ڏاڍي چنبڙ ڪڍيائين، چي "اوهان سويل ئي پنڻ تي سندرو ٻڌو آهي، اڳتي هلي ڪهڙا ڪم جا ڪني ڪوهيندا؟" تنهن تي مون نهايت نهر سان چيو مانس ته! سائين! "لقاءِ تو بعطاءِ تو بخشيدم" اسين پاڻ لاءِ اوهان وٽ ڪشتو ڪٽي ڪون آيا آهيون، بلڪ ڪن مستحق غريب ۽ محتاج شاگردن جي مدد لاءِ صدقو گهرڻ آيا آهيون. جيڪڏهن اوهان کي ڏيڻ جي نيت ناهي، ته پوءِ هرو ڀرو اسان جي دل ڇو ٿا ڏکويو؟ ائين چئي سندس ڪوٺيءَ مان نڪري آياسين ۽ اگرچه پوءِ پاڻ پڇتائي ڪيتريون ئي منٿون ڪيائون، پر اسان پرواه ئي ڪان ڪيس:

مبين حقير گدايان - عشق را کاين قوم
شهان بي کمر و خسروان بي کلهند

اگرچه پوءِ مرحوم مون سان گهڻي قدر مهربان رهيو، ڇا پرنسپاليءَ جي زماني ۾، ڇا ڊي.پي.آءِ. هئڻ وقت. پر مون ڪانئس ڪڏهين ٻه غريبن لاءِ امداد نه گهري. رب جو لطف آهي، جو اچا اها استغنا هٿان نه وئي آهي، ۽ اها هستيءَ جي ڪيميا اچا ٻه دل کي مالا مال ڪري رهي آهي:

ز پادشاه و گدا فارغم بحمد الله
گداي خاک در دوست پادشاه منست

۽ انهيءَ وقت کان وٺي فجر جي نماز بعد هي دعا پڙهندو ايندو آهيان :

يا رب تو چنان کن که پريشان نشوم
محتاج برادران و خويشان نشوم
بي منت مخلوق مرا روزي ده
تا از در تو بدر ديگران نروم.

۽ رب العزت ڪڏهين به ڪنهن جي دراڳيان هٿ نه ٽنگايو آهي، پر جڏهن ڪڏهين سعيي خاطر مخلوق کي منت ڪئي اٿم، ته محروم ٿي ٽيٺو پيو آهي. حقيقت ڪري انهيءَ يڪتا مالڪ جو در ڇڏي غير جي دروازي تي وڃڻ ٿي عبوديت جي خلاف آهي :

پوريا درمَ پن، جن پنيي پورت نه ٿئي،
تن انهيءَ جو ڳن، جوڏئي ڏرمائي ڪينڪي.

۽ پڻ هيٺين دعا جا ننڊي هوندي پنهنجي مرحوم چاچي نظام الدين (ننده) کان سکي هيم، سا به پين دعائن سان گڏ پڙهندو آهيان، اگرچه اها شاه جي رسالي ۾ داخل ناهي، ۽ رڳو فقيرن جي واتان ٻڌي اٿم :

جو دم جيارين، هادي حفظ ۾ رکين،
هدايت هاشمي، مونکي ڏاتر ڏيارين،
محتاجي مخلوق جي، قادر نه ڪارين،
آگا، عبدالطيف چي، ويل نه وسارين،
پرڪش پيارين، پاجي دران پانهجي.



ڇهين درجي ۾ ئي خود ياوريءَ جا سبق حاصل ٿيا، جي يا عمر وسرڻ جا ناهن. سڀ ڪم پنهنجي هٿان پاڻ ڪندو آهيان، ۽ ٻئي تي هرگز نه ڀاڙيندو آهيان. اهو انهيءَ عظيم الشان ناليءَ جو اثر اٿم جو آٽ تان لهي ڪريل لڪڙي پاڻ کڻندو هو، ۽ جنهن عَمرو بن العاص جهڙي زبردست فاتح کي چئي ڏنو ته :

”متي استعبد تم الناس وقد ولدتهم امهاتهم احرارا“

”اوهان ماڻهون کي ڪڏهن ٻانهو بنايو آهي، حالانڪ سندن مائرن کين آزاد ڄڻيو آهي.“، انهيڪري هر حالت ۾ سچ چئي ڏيڻ ۽ ٻئي تي ڀروسو نه ڪرڻ منهنجي حياتيءَ جو نصب العين رهيو آهي.

هڪ دفعي وائيس صاحب سڀني بورڊرن کي ڊائننگ هال ۾ ڪٺو ڪري ”خود ياوري“ تي وياکياڻ ڏنو، چي ”هرڪنهن بورڊر کي پنهنجي ڪمري جي پاڻ صفائي ڪرڻ گهرجي، تنهن تي منهنجو دوست ميران محمد شاه بگڙي پيو، چي، اسين پنهنجي رهايش ۽ خوراڪ لاءِ خرچ ڏيون ٿا، پوءِ چونفرن جو ڪم ڪريون. اهڙيءَ طرح فري بورڊن مان الهڏني (علاءالدين) سمي مخالفت واري، جنهن تي وائيس صاحب کي ڏاڍي ٻچان لڳي. فري بورڊرن مان فقط مون ۽ هڪ آباوڙي جي مسڪين چوڪري هام هنئي ته اسين پنهنجي ڪوٺين جي پاڻ صفائي ڪنداسين ۽ پيو جيڪو ڪم اسان تي ڏريو ويندو، سو خوشيءَ سان بجا آڻينداسين، تنهن تي وائيس صاحب اسانکي برقي بتين صاف ڪرڻ ۽ شمعدانن ۾ تيل ڀرڻ جو ڪم سونپيو ۽ پيو جيڪو اهو ڪم ڪندو هو، تنهنکي نوڪريءَ مان ڪڍي سندس پگهار اسان کي ڏياريائين. ازانسواءِ مونکي ڪنون ۽ ڪنولا واڻڻ ايندا هوا، سو بورڊنگ جي چنل ڪنولن جي واڻڻ جو ڪم منهنجي حوالي ڪيائين، جنهن مان هر هڪ ڪنولي

تي ٻه چار آنا ملندا هئم، انهيڪري ايتري قدر پيسا ڏيندا هوم، جو نه
فقط ڪتاب ڪڙا خريد ڪندو هوس ۽ ڪوٽ وڃڻ لاءِ ڀاڙو پڻ ڪندو هوس،
جيئن فري بورڊرن کي مدرسي جي خيراتي فنڊ مان مفت ملندا هوا،
پر مهيني سر ڪجهه روپيا پنهنجي والد صاحب کي به گهر جي خرچ پکي
لاءِ موڪليندو هوس، مطلب ته:

تا دسترسم بود زدم چاک گريبان
شرمندگي از خرقهءِ پشمينه ندارم

انهيءَ سال (يعني ١٩١٥ ع) ڇهين درجي ۾ ٽي مهينا وڌائي آئينده لاءِ انتهائي امتحان مارچ مهيني ۾ رکيائون، جنهنڪري مقرر نصاب کان ٻه وڌيڪ ڪم ڪيو ويو. مونکي پاڻ بيروني مطالعي لاءِ چڱو موقعو ملي ويو. انگريزيءَ ۾ ڪيترائي چيدا ڪتاب پڙهي ورتم. سالياني امتحان ۾ هر هڪ موضوع ۾ پهريون نمبر آيس ۽ مدرسي ۾ هيڪاري منهنجي قابليت جو ڌاڪو ويهي ويو، ۽ ماستر مڙا مونکي تحسين جي نظر سان ڏسڻ لڳا:

نابرده رنج گنج ميسر نمي شود
مزد آن گرفت، جان - برادر که کار کرد

ڏاڍي جوش ۽ خروش سان ستين درجي ۾ داخل ٿياسين. اسان جهڙو هشيار ڏولو ڪڏهن به مدرسي جي مئٽرڪ ڪلاس ۾ نه ويٺو هو. بيشڪ اڳئين سال ۾ شيخ عبدالستار لطف علي (هيڊ پروفيسر اي. ايل شيخ، جنهن سان منهنجي انهيءَ وقت کان الفت هلي اچي) مدرسي جو ڪرمٽي ڪنيو هو، جو سڄي يونيورسٽيءَ جي مئٽرڪ پاس شده مسلمانن ۾ پهريون نمبر آيو هو ۽ جيراز پائي اسڪالرشپ کٽي هوائين.



پر ڪيترائي ڇوڪرا امتحان ۾ ناڪامياب ٿيا هوا، جهڙوڪ منهنجو مرحوم دوست عبدالرزاق ميمڻ، امان الله تنيو (نوشهري مدرسي واري ماستر عزيز الله تنيي جو مائٽ)، حامد علي ولد علامه عبدالله هالائيءَ وارو، وغيره جن کي اسان وڃي پڪڙيو ۽ ڪانئن گهڻي قدر ڪثر ڪٽي وياسين.

انگريزي اسان کي خود وائينس صاحب سيکاريندو هو، جنهن جو صحيح تلفظ ۽ صرف ونحو تي گهڻو ڌيان هوندو هو. هو صاحب مدرسي جو ٽيون پرنسپال هو ۽ عليگڙه مان پروفيسري ڪمائي هتي آيو هو. مدرسي جيڪا نمايان ترقي هن صاحب جي ايامڪاري ۾ ڪئي، تنهنجي تاريخ شاهد آهي. ڏاڍو هڏ ڏوکي هو ۽ هشيار شاگردن تي ساهه ڏيندو هو. پنهنجي هڙان وڙان غريبن جي مدد ڪندو هو. پڇاڙيءَ تائين مدرسي جي خدمت ڪيائين ۽ خدمت ڪندي پنهنجا پران تيا ڳيائين. وائنيس صاحب جو مونتي گهڻو هٿ هو ۽ جيڪي به چوندو هوسانس، تنهن کان ڪنڌ نه ڪڍائيندو هو. باقي انگريزي ۽ حسابن جو ڪم مسٽر محمد رضا شيرازيءَ جي سپرد هو، جنهنجي هشياريءَ ۽ مهارت جي، تعريف منڊ کان وٺي ٻڌندا ايندا هواسين. پاڻ اصل ايراني ٻهائي هو، مگر نهايت صاف دل ۽ گهڻگهرو انسان هو. جاگرافي ۽ تاريخ مسٽر نهالچند پاڙهيندو هو، پر هو هڪڙو ڍپ هو ۽ اگرچه پنهنجو وظيفو پوريطرح بجا آڻيندو هو، تڏهن به منڊس پڙهائي ۾ ڪو جس ڪونه هوندو هو.

"هر کسي آن کند که لائق اوست"

فارسي، جئن اڳي چيو ويو آهي، مرحوم مرزا سليمان صفوي پاڙهيندو هو. هو وڏي ذوق جو صاحب هو ۽ فارسي پڙهائڻ ۾ وڏي دلچسپي ڏيکاريندو هو. حقيقت ۾ فارسي لاءِ محبتا هن ئي شخص اسان ۾ پيدا ڪئي ۽ اسان کي ايترو استعداد حاصل ٿيو، جو في البديهه فارسي ۾ شعر چئي

ويندا هواسين. هڪ دفعي ميران محمدشاه ۽ مون ويٺي ٽي ٽوري وقت ۾، لٽي ننگر بابت وڏو نظم ٺاهي ورتو، جنهنجي پهرين مصرع شاه ٽي چئي، ته قافيي واري مصرع مون ٽي پوري ڪئي. ميران محمد شاه اڳيئي چڱو شاعر هو، سو مون پنهنجو مٽي جو سور به کيس ڏئي ڇڏيو. مرحوم ميرزا صفوي اسان کي حافظ ۽ ٻين شاعرن جا چيدا غزل انگريزي ترجمي سان لکائيندو هو، جن مان اڪثر اڳيئي منهنجا پڙهيل هوا جهڙوڪ:

١. دل ميرود زدستم صاحبدلان خدارا
٢. اگر آن ترک شيرازي بدست آرد دل مارا
٣. مخوان زديرم بکعبه زاهد

نثر ۾ وري اخلاق محسنيءَ جهڙو ادق ڪتاب رکيل هو، جو پڻ وڏي ذوق ۽ شوق سان پڙهندا هواسين. انهي مان مثنوي جون هيٺيون سٽون ياد اٿم، جن جي پڙهڻ ڪري اڃا به اکين مان آب ايندو آهي ۽ دل ڌوپي صاف ٿيندي آهي ۽ سڀ اولا لهي ويندا اٿم.

ايکه خواهي کز بلا جان و آخري
جان خود را در تضرع آوري
کان تضرع رابر حق قدر هاست
و آن بها کا نجاست زاري را کجاست
اي خوشا چشمي که آن گريان اوست
وي همايون دل که آن بريان اوست
آخر هر گريه ما خنده ايست
مرد آخر بين مبارک بنده ايست

# ( ٨ )



سحر در شاخسارِ بوستاني | چه خوش ميگفت مرغِ نغمه خواني
---|---
بر آور هرچه اندر سينه داري | سرودي نالهءِ آهي فغاني

ستين درجي وارو سال سکھ ۽ سانت ۾ گذري ويو. سُکو پساهه سجايو ۽ سڪو سانگ سٺو هو. ظالم زماني به اهي ساعتون پنهنجا سر ۽ سنگ سانڍي رکيا، دل ٺڏي ٺانهري ۽ دماغ سالم رهيو. دنيا جي ڪنهن به ڏک يا سور هردي تي هلان نه ڪئي. سڀ ماحول مشڪندڙ ۽ ٻهڪندڙ نظر آيو. علم جي طلب ۾ ٻاڻ ڪي پڄاڻي چڙهيو هوم. محنت ۽ مشقت منهنجي طبعيت جو ڀاڱو ٿي پئي هئي. قدرت واٽ سنواري ڏني هئي ۽ جنهن ڪري هر مشڪل ڪم آسان ٿي پيو. دوست دمساز هوا ۽ استاد مهر پرور ۽ حياتي گلاب جي گل وانگر ٽڙي سرهي ٿي پئي. پر اها پوري خبر هيم ته ڪنڊن جي ڏنگن بغير گل هٿ نه ايندو ۽ ڪشالي ڪانسواءِ مقصد حاصل نه ٿيندو، تنهنڪري پيش از پيش "هٿ حاج ۾ ۽ دل يار ۾" ڪم ڪي لڳي ويس.

بيخار گل نباشد و بي نيش نوش هم
تدبير چيست، وضع جهان اينچنين فتاد

اونهاري جي موڪل گوٺ گذاريم: پر سياري واريءَ تعطيل ۾، منهنجي دوست سيد ميران محمدشاهه زور ڀريو ته ”سرديءَ جو وقت هلي اسان وٽ ٽکڙ شريف ۾ صرف ڪر ۽ مونکي ٻيو حساب سيکار“ منهنجي صلاح مڃي ساڻس ريل گاڏيءَ ۾ چڙهي راهي ٿيس. ٽکڙ جي اسٽيشن تي ٻه ٽي هڪيا تکيا بيٺا هئا، جن تي سواري ٿي وڃي ٽکڙ شريف پهتاسون. مونکي اوطاق تي رهايو ويو جتي منهنجي گهڻي خاطري ڪئي وئي ۽ وڪيشن جو سارو عرصو ڪل خوشي، راحت ۽ محنت ۾ لنگهي ويو.

انهن ڏينهن ۾ ٽکڙ جي بستي نهايت وسندڙ ۽ آباد هئي. چوڌاري چراگاهه ۽ سايون ٻنيون هيون. اولهه طرف درياهه هوس، ته اوڀر طرف جبل، جنهنجي ڪارونڀار منظران کي وڏيڪ ڇهچٽي وارو بنائي ڇڏيو هو. جبل ۽ شهر جي وچ ۾ سرهندي خواجگان جي آرامگاهه ۽ سيدن جو مقام هو، جتي گهڻائي ماڻهون زيارت لاءِ ايندا ويندا هوا. ٽکڙ جا سيد ساوا ستابا ۽ مهمان نواز هوا. ميران محمد شاهه جو والد سيد زين العابدين شاهه عرف چگل شاهه ۽ چاچو محمدشاهه مون تي گهڻو مهربان هوا. پڻ سنڌ جي وڏي اديب سيد اسدالله شاهه ۽ سيدن جي پڳدار سيد عبدالحڪيم شاهه مون تي هٿ رکيو. سڀ مڙيادار ۽ گڻن جا ڀنڊار هئا. سيدن منهن سهڪرا، سلونا ۽ سونهن وارا هئا. سيدن مٿن تي اڇيون پڳون يا زردار لونگيون نهايت مٺيون لڳنديون هيون. سيدن شهمور يا سفيد ڏاڙهيون سيدن ڏيل کي وڌيڪ ڏيادار بنائينديون هيون. هيئنر ته سيدن پوين ۾ زماني جي ڦيري اها سونهن ۽ سوڀيا نه رهڻ ڏني آهي. جڏهن ورهين ڪانپوءِ ميين عيسي جي تربت جي تلاش ۾ ٽکڙ مان لنگهيو پيم، تڏهن



ڏٺم ته اها رونق ئي ڪانه هئي. سيڪنهن هنڌ سناٽو لڳو پيو هو. چڻ ته ڪو راڪاس گهمي ويو آهي. سچ ته وڏن ڪان پوءِ سڃ آهي.

مان هر روز پنهنجا ڪم به پڙهندو هوس ۽ سيد ميران محمد شاهه کي به حساب الجبرا ۽ جاميٽري سيکاريندو هوس. هر جمعي جي ڏينهن فجر نماز ڪانپوءِ خواجگان جي مقبري تي دعا پڙهڻ ويندو هوس ۽ گچ ٿيل ديوارن تي پنهنجي عقيدت جا فارسي زبان ۾ شعر لکندو هوس جي هيئنر قطعا وسري ويا اٿم.

جئن مون شروعات ۾ بيان ڪيو آهي ته اسين ابي ڏاڏي کان نقشبندي طريقي، جا آهيون اگرچه هاڻ منهنجي ڪنهن خاص طريقي سان وابستگي ڪانهي ۽ نڪي پيريءَ مريديءَ ۾ ڪو وشواش اٿم، هوئن ته سڀني طريقن جي بزرگن، عالمن ۽ اولياءالله جي وڏي عزت ۽ تعظيم ڪندو آهيان، ليڪن انهيءَ زماني ۾ جڏهن دلي ۽ دماغي ڪيفيت اور هئي تڏهن اهي سڀ ڳالهيون وڻنديون هيون ۽ شڪ يا گمان کي اندر ۾ جاءِ نه هئي هيئنر به اهو يقين اٿم ته اهي انسان، جي روزشب الله تعاليٰ جي يادگيري ۾ گذارين ٿا ۽ جي دنيا جي لب ۽ لالچ کان دور آهن ۽ جن جو سارو وقت خلق جي هدايت ۾ خرچ ٿئي ٿو، تن جي صحبت اڪسير ۽ دعا تاثير واري آهي:

يڪ زمانه صحبتي با اوليا
بهتر از صد سال بودن با اتقيا
گر تو سنگ صخره اي مرمر شوي
چون بصاحبدل رسي گوهر شوي.

اولياءالله جي ڪرامتن ۽ ڪرشمن ۾ به اعتبار اٿم. جڏهن جوڳي ۽ سنياسي جي تپسيا ڪري پاڻ ماري اچرج جهڙا ڪم ڪري ٿا ڏيکارين،

تڏهن بالڪل ممڪن آهي ته رسول الله (ص) جي سچن دوستدارن کان اهڙا ڪرامت جا ڪم صادر ٿي سگهن .

انهي وقت خواجگان جي مقام ۾ فقط خواجه عبدالرحمان صاحب (رح) جي مزار هئي . منهنجو والد صاحب انهيءَ بزرگ جو مريد هئو ، جنهنڪري مان ۾ انهي روحاني ڪشش ڪان سندس مقبري جي زيارت لاءِ ويندو هوس ۽ گهڻو حظ حاصل ڪندو هوس . هيءُ بزرگ پنهنجي زماني جو وڏو اهل الله ۽ پهتل شخص ٿي گذريو آهي . سندس فيض مان گهڻائي ماڻهو رجي راس ٿيا ۽ سندس ڪرامتن جون ڳالهيون عام مشهور آهن . هيءَ روايت مون پنهنجي والد صاحب ۽ ٻين کان ٻڌي آهي .

هڪ دفعي خواجه صاحب جن سيوهڻ ۾ لعل شهباز قلندر جي درگاه تي زيارت لاءِ آيا هوا . هڪ ڪنجري انوقت ٻئي ناچ ڪيو ۽ ڏاڍيءَ لئي سان ٻئي حافظ شيرازيءَ جو هيٺيون غزل ڳايائين :

دل مي رود ز دستم صاحبدلان خدا را
دردا که راز پنهان خواهد شد آشکارا

جڏهن تال ڪندي، هيٺئين بيت تي آئي :-

در کوي نيکنامي مارا گذر ندادند
گر تو نمي پسندي ، تغيير کن قضارا

تڏهن خواجه صاحب جن ڏانهس نهاري آگر جو اشارو ڪيو ، ته اُتي غش ٿي زمين تي ڪري پئي . سڀ حاضرين هائس ۾ پئجي ويا . جڏهن ساڃاهه ۾ آئي . تڏهن توبه تائب ٿي وڃي سندن پيرن تي پئي . ۽ پنهنجو گندو پيشو ڇڏي وڃي شادي ڪيائين ۽ عزت عفت جي زندگي بسر ڪرڻ لڳي .



اِي ڳالهه ڪندا آهن ته هڪ سال درياه شاهه اچي تڪڙو ڪيو پاڻي لڳو . ماڻهن ۾ لڏ پلاڻ پئجي وئي . ٻيڙي پڻ ٽرڻي ۾ اچي ويا ۽ اچي خواجه صاحب جن کي اها روبڪار ٻڌايائون . تڏهن خواجه صاحب جن پانيندڙ درياه جي ڪپ تي مصلو وڇائي ، ساري رات پنهنجي رب کي ٻاڏائڻ لڳا . صبح جو ماڻهون اچي ڏسن ته درياه ڏيئون ڏني . پيو وهي!

جو بشنوي سخن اهل دل مگو که خطاست
سخن شناس نه اي دلبرا خطا اينجاست

مولانا روميءَ ته انهيءَ باري ۾ صاف صاف چيو آهي :-

کار پاکان را قياس از خود مگير
گرچه ماند در نوشتن شير شير
جمله عالم زين سبب گمراه شد
کم کسي ز ابدال حق آگاه شد
اشقيا را ديده بينا نبود
نيک و بد در ديده شان يکسان نمود
همسري با انبيا برداشتند
اوليا را همچو خود پنداشتند
گفته اينک ما بشر ايشان بشر
ما و ايشان بسته خوابيم و خور
اين نداشتند ايشان از عمي
هست فرقي درميان بي منتهي

ڏيپلائي صاحب ۽ سندس هم خيال پڙلي انهيءَ ڳالهه ۾ شڪ آڻين!

پيا که رونق اين کارخانه کم نشود
ز زهده همچو توئي يا بفسق همچومني

القصه موڪل جو مدو خير خوبيءَ سان ختم ڪري جنوري ۱۹۱۷ع
جي شروعات ۾ آءٌ رستي ڪوٽڙي جي اسٽيشن تي پهچي، حيدرآباد روانو
ٿيس. گاڏيءَ ۾ مرحوم شيخ عبدالملڪ گارڊ چڙهيل هو، جو مدرسه ۾
ايندو ويندو هو ۽ مونکي سڃاڻندو هو. تنهن چيو ته هن گاڏيءَ کي
ڪراچي ڏانهن ويندڙ ٽرين سان اتصال ڪونهي، تنهن ڪري بهتر ٿيندو
ته اها رات حيدرآباد رهي، ٻئي ڏينهن ڪراچي روانو ٿيان. حيدرآباد مون
اڳي ڪان ڏٺي هئي، سو مونجهاري ۾ پئجي ويس ته ڪٿي رهندس.
شيخ عبدالملڪ مونکي دلداري ڏيئي ڊاڪٽر شيخ محمد يعقوب جي دواخاني
تي وٺي آيو، جو انوقت اسٽيشن روڊ تي واقع هو ۽ پاڻ به اتي رهندو
هو. ڊاڪٽر صاحب سان انهيءَ ڏينهن کان وٺي سڃاڻ اٿم.

ڊاڪٽر شيخ محمد يعقوب تازو مسلمان ٿيو هو. هندن ڪانئس سندس
ٻار ٻچا کسي ورتا هوا ۽ مٿس مقدمو دائر ڪيو هوائون. پاڻ انهيءَ
شش و پنج ۾ هو، پر مهمانداريءَ جا شرط پوري طرح بجا آندائين. وٽس
هڪ پنجابڻ مائي هئي، جا سندس ماني ٽڪي ۽ ٽهل ٽڪور ڪندي
هئي. ڪيس "پوٽا" ڪري سڏيندا هئا ۽ اچا تائين ساڻس ڳنڍي اچي.
ڊاڪٽر صاحب کي پاين کائڻ جو شوق هوندو هو، جو ٻه اچا هليو
اچيس. اسان به صبح جو پايا کائي رڄ ڪيو، پوءِ ڪانئس موڪلائي
ڪراچي واري ٽرين ۾ ويٺاسين ۽ خير سان اچي پهتاسين.

ميٽرڪ امتحان ۾ باقي ۳ مهينا ڪن اچي رهيا هوا. مون به مڪمل
تياري ڪري ڇڏي هئي. مان نٿو ڀانيان ته ڪنهن شاگرد اهڙي استعداد ۽
ذوق سان تياري ڪئي هوندي. آخر امتحان اچي مٿان ڪڙڪيو ۽ مون
به بي خوف ٿي منهن ڏنو مانس. سيني ڪمن ۾ سٺو ڪيم. رڳو ٽڪڙ



حسابن انگريزي ۽ الجبرا وارن پيپرن ۾ ڪي چڪون ٿي پيون. پيپر نهايت
سولا هوا، پر اتفاق ۽ تڪڙ ڪري انگريزي ۾ سڌي بيان کي مخاطب
جي بدران غائب ۾ اڻ سڌو ڪري ويٺس ۽ الجبرا جي مناسبت وارن حسابن
جي طريقي ۾ گهوٽالو ٿي پيو، ليڪن پنهنجي ڪيتي جو ڪهڙو علاج؟
جيڪڏهن اجائي تڪڙ نه ڪريان ها ته جيئن جاميٽري ۾ ۹۹ سيڪڙو
مارڪون کنيون هيم، تئين الجبرا ۾ ايتريون ئي مارڪون کڻان ها ۽ ٻئي
انگريزيءَ ۾ سيڪڙو مٿي ٿئيم ها ۽ يونيورسٽيءَ ۾ ٻه اعلى نمبر حاصل
ڪريان ها. افسوس ڏاڍو ٿيم، پر صبر کانسواءِ ڪو چارو ڪون هوم.

وائينس صاحب مونکي چيو ته امتحان جي نتيجي تائين بورڊنگ
هائوس ۾ رهي پئو. آخر نتيجو ظاهر ٿيو. سنڌ ۾ هندو مسلمان شاگردن
۾ پهريون نمبر بيٺس ۽ سنڌ نمايش انعام حاصل ڪيم. مدرسي جي
ماسترن ۽ شاگردن سيني مبارڪون ڏنيم، پر مان اچي رنن ۾ ڦاٿس
۽ مس مس سيني جي سمجهاڻي تي مات ڪيم:

رضا بداده بده وز جبين گره بکشاي
که بر من وتو در اختيار نکشاده ست



## (٩)



## ڪاليجي تعليم وارو عرصو

"لختي ز حال - خويش بسيما نوشته ايم"

مئٽرڪ جو اونو لٿو ۽ اسڪول جي تنگناءِ کان آزادي ملي. اندر ۾ طرحين طرحين تمنائون اٿيون ۽ امنگ جاڳيا. ڪاليج جي پُر فرحت فضا (ڪليل فضا) ۾ دم کڻڻ لاءِ دل تپا ڏيڻ لڳي، پر بي برگي ۽ بي سامانيءَ جي حالت ۾ چا ٿي ڪري سگهيس.

"ڪليد قدر نيست دردست - ڪس، تواناي مطلق خدا هست و بس"

ٻيا رفيق سڀ پنهنجي پونجيءَ وارا هئا ڪين سرڪاري ادرار يا وظيفي جي ضرورت ڪان هئي. انهن لاءِ تعليم جو ميدان صاف هو، مون لاءِ سنگلاخ ۽ خار زار هو. اهي گهوڙي سوار ته مان پا پياده رهگذار هوس:

تو دستگير شو اي خضر! پي خجسته ڪه من
پياده مي روم و همرهان سوارانند.

انوقت مستحق مسلمان شاگردن لاءِ فقط چار سرڪاري اسڪالرشپون



هيون. مان جو سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو هوس، سو يقين هوم ته انهن مان هڪڙي اسڪالرشپ ضرور ملندم، ليڪن انهيءَ وقت اسڪالرشپ جي ماهوار رقم رکو ويهه رپيا هئي. ازانسواءِ ڪاليج مان ڏهه رپيا اسڪالرشپ ملڻ جي اميد هئي، پر ٽيهن رپين مان چا ٿو سري ۽ ڪاليج جون ڳريون فيون ۽ هاسٽل ۾ رهائش جو خرچ ايتري مبلغ مان ڪٿن پورو ٿئي ها، تنهنڪري هاسٽل جي عيشي زندگي جو خيال لاهي ڇڏيم. ازانسواءِ گهر جي ٽوٽ ڪي پڻ منهن ڏيڻو هوم. عين انهيءَ حيص بيص ۾ الاهي هٿ غيب جي پردي مان هويدا ٿيو. مرحوم مولوي حاجي عبدالرحيم صاحب سچي نيت سان آڇ ڪئي ته اچي اسانوٽ رهه؛ جيڪڏهن هي صاحب اها راهه ۽ بزرگ منشي انهي وقت نه ڏيکاري ها ته هوند آوارو ٿي وڃان ها:

من بسر - منزل عنقا نه خود بردم راه
قطع اين مرحله با مرغ - سليمان کردم

مولوي صاحب باقبائل سني مسجد جي سامهون هڪ ٻه طبقائين جاءِ ۾ رهندو هو، ۽ مان هيٺ رهندو هوس. ماڻي تڪي حال سارو مونکي سندس گهران ايندي هئي. مولوي صاحب هڪ باسليقي ۽ ملنسار انسان هو. پاڻ مولوي خيرمحمد صاحب پاٽائي ۽ ٻين بزرگن جو شاگرد هو ۽ پڻ مولانا غلام محمد صاحب ماڪاٽي جي صحبت مان گهڻو فيض حاصل ڪيو هوائين. مطالعي جو گهڻو شوق هوندو هوس. وائينس صاحب وٽ ته گهڻي چڱي هلندي هيس، چاڪاڻ ته اڪثر بورڊر سني هوندا هوا ۽ اسڪول توڙي بورڊنگ ۾ پوري اخلاقي ضابطي رکڻ ۾ مولوي صاحب جو گهڻو وڏو هٿ هوندو هو. باوجود ايتري رسائيءَ جي هو ٿورٽي نه هوندو هو ۽ فقد ميڪارڻ، خطابت ۽ امامت جي فرض ادائي پوري طرح سان ڪندو هو، اگرچه چوڪرا سائس ظرافت به ڪندا هوا. صبح جو فجر نماز

بعد قرآن شريف جو ترجمو سيکاريندو هو ۽ اڪثر شمس العلماء نذير احمد صاحب واري حمائل سندس هٿ ۾ هوندي هئي. ڪي ذوق وارا شاگرد جهڙوڪ مرحومان نصيرالدين نظاماڻي ۽ مير الله بخش خان ٽالپر ۽ علي محمد سيال ۽ مان باقاعدي انهيءَ درس جي حلقي ۾ حاضر هوندا هواسين. عربي سکڻ جو ذوق به انهيءَ ريت پيو. جمعي نماز کان اڳ وعظ نئين نموني ڪندو هو ۽ سندس تقرير دلپذير هوندي هئي. قرآن شريف جي قرئت هڪ خاص لهجي ۾ ڪندو هو ۽ سندس الحان به موچارو هو. اڪثر عشا ۽ جمعي جي رڪعتن ۾ "اقم الصلوت" ۽ ڪهف وارو پويون رڪوع پڙهندو هو، جي ٻڌي ٻڌي ياد ٿي ويا.

مطلب ته مولوي صاحب پنهنجو مٽ پاڻ هو ۽ قدامت جو جامع هو. سندس وڏيڪ احوال اڳتي جاءِ بجاءِ ايندو. مونکي پٽن وانگر پاليندو هو ۽ مان به سندس خدمت کان ڪين ڪيٻائيندو هوس، اگرچه اردو سان ڪا دلچسپي ڪانه هوندي هيم ۽ نڪا اڄ تائين اٿم، تڏهن به مون سندس لاءِ ڪيترائي اردو ڪتاب سنڌي ۾ ترجمو ڪيا. جهڙوڪ تفسير حقاني يا فيروزي جو عم جزو سيپارو، فقهي ڪتابن جو سلسلو ۽ ارڪان اسلام، جي سڀ درايتي ۽ عقلي نموني ۾ لکيل هئا. انهي ڪري اردوءَ ۾ محاورو ٿي ويم، جو پروفيسر محمد علي جو مشهور ادق ڪتاب "دين و دانش" سواءِ طرح پڙهي ۽ سمجهي ويندو هوس. اگرچه ڳالهائڻ ۽ لکڻ جي مشق نه هئڻ ڪري منهنجي اردو تمام سقيم آهي، ۽ اڄ به اردو تقرير توڙي تحرير ۾ ايتري تڪليف محسوس ٿيندي اٿم، جيتري هڪ ذات ڪڍائڻ تي هوندي ٿي، خدا جي مهرباني آهي جو عربي، فارسي، انگريزي ۽ سنڌيءَ ۾ چڱيءَ طرح پنهنجي خيالن جو تعبير ڪري سگهندو آهيان، پر جيڪڏهن اردو ۾ ڪير تقرير لاءِ چوندم ته چئو ته متان چپ ڪري زبان ئي نه اڪلندي.



تاريخ ٢٠ جون ١٩١٧ جي ڏيارام جيٺمل سنڌ ڪاليج جو پهريون ٽرم شروع ٿيو. ڏاڍي اتساهه ۽ هيج سان داخلا ورتم. سيني پروفيسرن ۾ اها خبر بجلي وانگر پکڙجي وئي، ته هوڙي قسم جي دهقاني فرزند ڪاليج اندر قدم رکيو آهي. سيئي مون ڏي چاهه سان نهارڻ لڳا، ۽ ڏينهون ڏينهن سندن توجه مون ڏانهن وڌندو رهيو. مالي مشڪلاتون به گهڻي قدر حل ٿي ويون. اسڪالرشپن جي علاوه ڪاليج جي پارسي شاگردن پاڻ ۾ مڙي مون لاءِ هڪ ماهوارو چندو مقرر ڪري ڇڏيو، جو بي. اي. جي آخر تائين ڏيندا آيا. مان پارسي قوم جو انهيڪري ازخود شڪرگذار آهيان. مولا پنهنجي مهر سان سڀ اولا لاهي ڇڏيا، ۽ مان ذوق شوق سان پڙهڻ ڪي لڳي ويس:

شڪر خدا ڪه هرچه طلب ڪردم از خدا<br>
بر منتهاي همت خود ڪامران شدم.

اڳي ڪاليج جو پهريون ڏينهن عيد وانگر هوندو هو. سڀ شاگرد وڃي ليڪچر ٿيٽر ۾ جمع ٿيندا هوا، ۽ قابل ڪار پروفيسرن مان هڪ فرد سال بسال واري تي سيني شاگردن کي خطاب ڪندو هو، جنهن ۾ ڪين اپياس ۾ محو ٿيڻ جي علاوه اخلاق ۾ ضابطي جا اعليٰ مثال پيش ڪندو هو. انهيءَ سال خود پرنسپال صاحب سنگهه چندا سنگهه شاهاڻيءَ شاگردن کي وياکياڻ ڏنو. مڙس جهڙو هو قداور ۽ شاندار، تهڙو هو سندس ڳالهائڻ جو نمونو اثردار. پنهنجي ڪاري علمي جبي ۾ نهايت حشمتناڪ ۽ ڏيا وارو ڏسڻ ۾ ٿي آيو. مون تي سندس هٿ هوندو هو ۽ پڇاڙيءَ تائين، اهو استاداڻو پرڀاءُ رکندو آيو. منهنجا اڪر وٺندا هئس ۽ فارسي ۽ سنڌيءَ جا شعر لکائي پاڻ وٽ رکندو هو. سندس

اصلي پيشو زمينداري هو ۽ ٻهراڙيءَ ۾ گهڻو گذاريو هوائين، تنهنڪري ٻوڏائن جون ورجيسون ۽ اصطلاح پورا ياد هئس. سنڌي تمام سٺي ڳالهائيندو هو ۽ انجو مظاهرو ڪندو هو. مونکي سندس "ڪيڏيءَ" جي باري ۾ اڃا هڪ گفتگو ياد آهي:

"ڏڪو ڪجي، ڏيڪر ڪجي، ترار ڪٺي ترور ڪجي
پوءِ هو نه پڄي، ته پاڻ ڪٺي پڄجي."

شيڪسپيئر جي تمثيلات تي خاص ڪڙو هوس ۽ وقت به وقت انگريزي ادب جي وسيع شعر مان شواهد ڏيندو هو. نه فقط ايترو، پر پارسيءَ ۾ به گهڻو درڪ هوس. هڪ دفعي صبر ۽ تحمل جي تاڪيد ڪندي، هي بيت پڙهيائين، جو ان وقت کان وٺي مونکي ياد آهي ۽ منهنجو نصب العين ٿي رهيو آهي:

گويند سنگ لعل شود در مقام ـ صبر
آري شود وليک بخون ـ جگر شود

سندس ڳالهائڻ ۾ هڪ خاص ڍنگ هوندو هئو، جنهنجي ڪيترائي شاگرد تقليد ڪندا هئا.

پروفيسر ٽي. ايم. آڏواڻي سندس انگريزي سيکارڻ ۾ معاون هو. انجي محبت ۽ پيار به هيل تائين هلندو اچي. اڄ ڪالهه هو بمبئي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر آهي، جو هڪ سنڌيءَ لاءِ وڏي فخر جو باعث آهي. انهن ڏينهن ۾ ڪيرو جوان هو. شڪل ۾ شيلي شاعر جهڙو شڪيل، ڪپڙين لٽن پوشيدو ۽ سکيو چڪيو، هلت چلت ۾ نرالو، ڪڙڪيدار ۽ عمدو ضابطو رکندڙ هو. ڏسڻ سان اڳلي جي نظر ۾ سندس لاءِ عزت گهر ڪري ويندي هئي. انگريزيءَ ۾ ٻهريون وارو سندس هو. اچڻ سان نووارڊن جي سڀائڻ



لفظن ۾ مرحبا ڪيائين ۽ تنهنڪانپوءِ هڪ نهايت نصيحت آميز شروعاتي تقرير ڪيائين، جنهن ۾ تازه آيلن کي وقت سجايو صرف ڪرڻ لاءِ هيٺيون بائيبل جو جذبي وارو جملو چيائين، جو اڃا تائين ڪنن ۾ پيو رهيو آهي:

" For the night cometh, when no man can work. "

يعني (عمل ڪريو)، ڇاڪاڻ ته رات اچڻ واري آهي، جڏهن ڪو به ماڻهو ڪم ڪري نه سگهندو.

چه ساز بود که ' پرده ميزدآن مطرب
که رفت عمر و هنوزم دماغ پر ز صداست

تازو جڏهن وائيس چانسلر ٿيڻ تي خط ۾ مبارڪبادي لکندي انهن لفظن ڏي ڌيان ڇڪايو هومانس، تڏهن ڏاڍو عجب لڳس.

پروفيسر ترويدي ۽ لاڳو صاحب اسان کي حساب سيکاريندا هوا. سابق الذڪر صاحب تي منهنجو اڳيئي ڏاڪو ويٺل هو، جو جاميٽريءَ جي پيپر ۾ مونکي ٩٩ مارڪون ڏنيون هوائين. سندس چوڻ تي ئي مون انٽرميجيئٽ آرٽس ۾ حساب کنيا هوا، جي پوءِ شخصي سببن ڪري ڇڏڻا پيا. پٽي ڇڏا مونکي گهڻو پائيندا هوا ۽ آخر تائين اهو سلوڪ نباهيندا هئا.

فارسي جو پروفيسر انهيءَ وقت آنجهاني ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي هو، پر پهرين سال وارن سان انجو واسطو ڪون هو. سندس ناتو هن ضعيف سان گهڻو ۽ گهاٽو رهيو آهي، جو اڳتي هلي نروار ٿيندو. سندس پدرانه شفقت يا عمر نه وسرندي. ڪيس مدد ڪرڻ لاءِ انهيءَ سال اسان جو مدرسي وارو استاد مسٽر محمد رضا شيرازي نائب مدرس مقرر ٿيو. ڪاليج ۽ اسڪول جي پڙهائيءَ ۾ زمين ۽ آسمان جو فرق آهي. پاڻ اسانکي



مرحوم شمس العلماء پنهنجي محترم استاد پروفيسر گربخشاڻي ۽ ٻين دوستن سان گڏ، مرحوم
ٽئين نمبر تي ويٺو آهي. (سال ١٩٢١ع)

مرحوم شمس العلماء جو هيءُ يادگار گروپ ان موقعي جو آهي، جڏهن پاڻ (اسماعيل ڪاليج
کي الوداع چئي رهيا آهن. (سال ١٩٣٩ع)



مولانا جاميءَ جو "بهارستان" ۽ ديوان "سرخوش" جو انتخاب پڙهائيندو هو. پرواهه! ايراني ڪيڪاڻي تلفظ جي منجهس ٻيو جس خير ڪو هو. اگرچ، بحيثيت انسان جي هو هڪ ڀلاين جو ڀنڊار ۽ شفقت ۽ رافت جو پتلو هو. سندس هڪ فارسي بيت اڃا نه وسريو اٿم:

گر مخير بکنندم بقيامت که چه خواهي؟
دوست مارا و همه نعمت - فردوس شمارا.

علم طبيعي ۽ ڪيميا جا پروفيسر وري ٻناڻي ۽ آڏواڻي صاحب هوا. جي ٻئي لائق ۽ پنهنجي موضوع ۾ ماهر ۽ سخت گير هوا. ٻنهي جو نينهن اڳئين ڪان ۾ اڳرو هليواچي. جڏهن بي. اي پاس ڪرڻ بعد هاسٽل ۾ رهڻ لڳس تڏهن ٻناڻي صاحب مونکي "سوٽ" ڪري سڏيندو هو. چاڪاڻ ته هو سيوهڻ جو ويٺل هو ۽ آئون ٺٽيءَ جو، جي هڪ ٻئي کي ويجهو آهن.

القصه پهريون سال انهيءَ سهائيندڙ ماحول ۾ پورو ٿيو. امتحان ۾ پهريون نمبر بيٺس. پر هڪ هندو شاگرد سان منهنجي چٽا ڀيٽي هلندڙ هئي، جنهن جو نالو هو رامچند آجواڻي. پروفيسر لالسنگهه آجواڻيءَ جو پاٽ هو ۽ ميٽرڪ جي امتحان ۾ مون کانپوءِ ٻيو نمبر آيو هو. تنهن چرچ ڪئي ته فلاڻي کي فقط فارسي ۾ گهڻيون مارڪون مليون آهن، جنهن جي ڪري مونکي اڳ ڏيئي ويو آهي. پروفيسر شيرازي، جنهن سيني شاگردن کي دل کولي مارڪون ڏنيون هيون، تنهن همت جهلي چيو ته جيڪڏهن اهو ضد آهي ته آئون سيني شاگردن جون مارڪون تناسب آهر گهٽ ڏو ڪريان. انهيءَ ڪري هندن جا ڇهه ڇڄي پيا ۽ مونکي هيٺ ڪيرائڻ ۾ ڪامياب ٿي نه سگهيا.

گوهر پاک ببايد که شود قابل فيض
ورنه هرسنگ و گلی لولو و مرجان نشود.



## ڪاليجي تعليم جو پيو سال

مدتي اين قصه اي تاخير شد
مهلتي بايست تا خون شير شد

جئن مولانا جلال الدين روميءَ جي مثنوي جو محرڪ مولانا حسام الدين هئو، تئن منهنجي هن "رام ڪهاڻيءَ" جو باعث وري حسام الدين (عبدالواحد صاحب سنڌي، ايڊيٽر نئين زندگي) آهي، جنهنجي ئي اصرارتي چند پريشان خيال هر مهيني آخري آچر تي قلم بند ڪندو آهيان. بعضي ته سنڌي صاحب جي الحاح ۽ تاڪيد هوندي به ناغو پئجي ويندو آهي، پر ڇا ڪجي؟

ڪليد قدر نيست در دست ڪس
تواناي مطلق خدا هست و بس

گذريل ڊسمبر جي آخر ۾ لاهور ۾ اسلامي مذاڪره ۾ مشارڪت لاءِ لاهور وڃڻو پيو، جتان ١٠ تاريخ جنوري جي واپس آيس. مقدمہ ابن خلدون جي انگريزي ترجمي جي پروفن جي تصحيح ڪرڻ ۽ ٻين ڪمن ڪارين ۾ سرتاپا مشغول رهيس؛ سوانح عمريءَ جي قسط لکي نہ سگهيس. ٢٥ تاريخ اوچتو





آنجهاني ڊاڪٽر ار. اي. نڪلسن، شمس العلماء دائود پوٽي جو ڪيمبرج يونيورسٽيءَ ۾ استاد ۽ مداح.
(سال ١٩٢٧ع)

شمس العلماء دائود پوٽو ڊاڪٽريٽ جي لباس ۾
(سال ١٩٢٧ع)





۾ شمس العلماء دائود پوٽو ايم. اي. جي
گرديءَ جي زماني ۾ (سال ١٩٢٣ع)

...و موٽي نہ سهٽا، پکي موٽي نہ هنج،
...ن ڪنهن ماڻهو منجهہ، اچي بوءِ بهار جي.

...حوم دائود پوٽو ميونخ (جرمنيءَ) ۾
(سال ١٩٣٧ع)



دل جي هڪ خسيس نليءَ ۾ خون بستگيءَ ڪري مهينو کن بستري ۾ رهڻو پيو ۽ الله الله ڪندي اجل جي اري کان رهائي ملي. اڃا ٻه طبيعت ۾ سخت نقاهت آهي ۽ لڪڻ ۾ لچڪ ٿئي ٿي. بارالها! تنهنجي نعمتن جو ڪيترو شڪرانو ڪجي! شايد هي جيئدان ٻه ڪنهن ڪارگذاريءَ لاءِ آهي:-

از دست و زبان که بر آید
کز عهدهٔ شکرش بدر آید

پل پل ۾ سنديس مهربانيون نت نيون آهن. عاجز بندي کي ڪهڙي طاقت آهي، جو انهن جو ورنن ڪري:-

هر دمش بامن ـ دلسوخته لطفي دگرست
این گدا بین که چه شایستهٔ انعام افتاد

ليڪن هي خود بينيءَ جو ٺڪر ڪيترو هلندو، ۽ هن ديواني درياهه، جون ڏسالون ڪهڙو وقت جهليندو؟ منهنجو حال ٻائي حسام الدين، (عبدالواحد سنڌي) جوي ٿو ته اهو سگهو ضرور موريو، ۾ ٻنڌي ۾ ڪهڙو ست جو انڪي توڙ تائين تاڻيندو رهي:

گفتي که چرا حال دل زار نه گوئي
من خود کند آغاز، به پایان که رساند؟

ليڪن پنهنجي دوست جي ارشاد جي عدوليءَ کي عار سمجهي وري ٿئين سر هيءَ تند تنوار جي ٿي. "گر قبول افتد زهي عز و شرف".

حکایت از قد ـ آن یار دلنواز کنیم
باین فسانه مگر عمر خود دراز کنیم



جون ١٩١٨ع جي وچينءَ ڪاليج جي ٻئي سال ۾ داخل ٿياسين. مون منطق جي بدران رياضي کنئي، جنهن ڪنوار کي راضي رکڻ وڏو ڪٺن ڪم آهي، چاڪاڻ ته هڪ ڪن جي غفلت ڪري جدائيءَ جو ڏاگهه ڏيو ڇڏي. منطق سان دل ڪانه هيم، جو اهو هڪ غيرمعين موضوع هو ۽ رياضيءَ ۾ صحيح ڏڪو لڳو ته سو في سيڪڙو مارڪون رکيون هونديون. ازانسواءِ قانون ۽ حقوق سان ٻه ڪو چاهه ڪون هوم، جنهن ڪري منطق کي ڇڏي ڏنم. اها عظيم غلطي هئي، جا هاڻ محسوس ڪري رهيو آهيان. هينئر فلسفي ۽ تصوف جي عشق ۾ ايتري قدر فاني آهيان، جو ٻيو اڀياس واڪ ئي نٿو اچي، اگرچه انگريزي شعر ۽ حافظ، روميءَ ۽ شاهه سان ساڳيو ئي نينهن اٿم، ۾ منطق جي مدد کانسواءِ اهي فلسفي ۽ تصوف جا اکر واڳن جيان اڀري اڳيان وريو اچن ۽ منطق جون پيچيدگيون ۽ موشگافيون مغز ۾ ئي نٿيون مائن. افسوس آهي جوانيءَ جون گهڙيون وري هٿ نه اينديون، جن ۾ هر ڪا ڏکي شيءِ آسان هئي:-

نگه دار فرصت که عالم دمیست
دمی پیش دانا به از عالمیست

ٻر جيڪي ٿيو، ان ۾ چڱائي هئي. ماضي تي افسوس ڪرڻ اجايو آهي، آئينده ۾ اعتبار ڪونهي، فقط حال جو ئي خيال رکڻ گهرجي ۽ جيڪي عمر مان رهيو کهيو آهي، تنهن مان ئي ڀرپور فائدو وٺجي.

دریاب که عمر بس عزیز است
گر فوت شود دریغ باشد

هن سال جي شروعات ۾ مسلم شاگردن پروفيسر شاهاڻيءَ جي خلاف هڙتال ڪيو، جنهنجو سرڪردو مرحوم پيرزادو عبدالرحيم هو. سندن تقاضا

هئي ته پروفيسر شاهاڻيءَ کي پرنسپاليءَ جي عهدي تان لاهي دستورموجب
هڪ انگريز کي پرنسپال مقرر ڪيو وڃي، ڇاڪاڻ جو هن صاحب پرئي
ڪلاس ۾ ڪن مسلم شاگردن کي ”پيگن“ ڪري پڪاريو هو ”پيگن“
لفظ جي اصلوڪي معنيٰ آهي ”اڻ سڌريل“ يا ”جٽ“، پر ثانوي معنيٰ
اٿس ”ڪافر“ يا ”بي دين.“ انهيءَ ڪري مسلم شاگردن کي سخت خار لڳي
هئي. ان وقت جي مسلم ميمبرن خصوصا محمدن ڪاميٽيءَ جي ميمبرن
شاگردن جو ساٿ ڏنو ۽ سرڪار تي زور پريائون ته ڪاليج جي قاعدن
پٽاندڙ هڪ لائق انگريز کي ڪاليج جو مدير بنايو وڃي. سرڪار مسلمانن
جي راءِ رکي ۽ مسٽر اي. سي. ملر کي پرنسپاليءَ جي منصب لاءِ چونڊيو
ويو. هندو شاگردن مڪمل اعتصاب ڪيو، پر ٿوريئي عرصي اندر سندن
جوش ڍرو ٿي ويو، ۽ سيئي باقاعده لڪچر ۾ داخل ٿيڻ لڳا.

ملر صاحب هڪ لائق، فائق ۽ قدآور شخص هو. ڇپون وڏيون ۽
ڪڪيون هيس ۽ علمي جبومٽس چڱو سونهندو هو. سولجر ٿي رهيو هو،
تنهنڪري ٻاڙ هڻ جو ڳهٺو افعال ڪونه هوندو هوس. جيئن اسڪولي
ٻارن کي ڏکين لفظن جي معنيٰ سيکاربي آهي، تئن هو به انگريزي
منثور ڪتابن جو مطلب سمجهائيندو هو، تنهنڪري سندس خطابت جو
نمونو ڳهٽن کي ڪونه وڻندو هو. آخر علمي ماحول کي نا موافق ڏسي،
پرنسپاليءَ کان پاڻهي دستبردار ٿي ويو ۽ پٺي ترم کان وري شاهاڻي
صاحب وڏي شان شوڪت سان عهدي تي برقرار ٿي ويو. هڪ دفعي
جو پنهنجي هوڙاني ڪري ڦيٽ ڪاڏي هوائين، سو آئينده مسلم شاگردن
سان چڱو سلوڪ ڪرڻ لڳو.

ملر صاحب به مونسان گهڻي قدر مهربان هو. سندس ايامڪاريءَ ۾
مون لاڙڪالي ضلع جي ڪليڪٽر کي هڪ درخواست ڪئي هئي. ته



اسان کي پنهنجون زمينون، جن تي ڪورينجا زميندار وڏن جي
وسوڙائي ۽ سادگيءَ ڪري تغلب ڪري ويا هئا، سي وري ملن. پاڻ
منهنجي عريضيءَ جي شدمد سان تائيد ڪئي هوائين، ۽ منهنجي هوشياريءَ
۽ لياقت جي وڏي ساراهه ڪئي هوائين. اهڙيءَ طرح آنجهاني مسٽر وائنس
به ان تي هڪ عاليشان نوٽ هنيو هو، جي ۾ ته ”دائود پوٽو نه فقط سنڌ
۽ سنڌ بن جي سونهن آهي، پر ساري هندستان جي مسلمانن لاءِ فخر جو
باعث آهي.“ اگرچه اها درخواست ڪليڪٽر جي دفتر ۾ ئي دفن رهي،
تڏهين به انهن پنهي صاحبن پنهنجو وڙ ڏيکاريو:

تو و طوبيٰ، ما و قامت يار
فڪر هر ڪس بقدر همت اوست.

ڪورينجا وڏيرا اسان جي شهر ٺٽيءَ جي پسگردائيءَ ۾ احمدن جي
ڳوٺ جا زميندار هئا. ڪين وڏي جائداد ۽ ملڪيت هئي. ننڍن
زميندارن کي دلبو ڏني ته ”اسين اوهان جون پنيون سنڀالينداسين.“
آهستي آهستي انهن جي هڙئي هضم ڪري ويندا هوا. منجهائن ڪيترائي
علم ۽ فضيلت جا صاحب هئا ۽ اڪثر حڪمت جو ڪم ڪندا هئا. وڏيرو
حڪيم محمد يعقوب ڪورينجو زماني جو بقراط ۽ جالينوس ٿي گذريو
آهي. طب جي مهارت سان گڏ ڪشف ۽ ڪرامت جو صاحب به هئو.
پري کان مريض کي ڏسي سندس بيماري هڪ دم پروڙي وٺندو هو ۽
تمام خسيس دوا سان سندس درد دفع ڪري ڇڏيندو هو. سندس به ٿي حيرت
انگيز ڪرشما مونکي به والد صاحب جي واتان پڌل آهن، جن جو بيان ڪرڻ
تطويل جو باعث ٿيندو. سندس پاٽيو ميان جمال الدين مون به ڏٺو هو جو
ڳوٺ احمدن ڇڏي اچي ٺٽيءَ ۾ رهيو هو. وڏو قابل ۽ عالم شخص هو ۽ طب
۾ خاص ڪڙو حاصل هوس. مان سندس اوطاق تي ايندو هوس ۽ پاڻ سان

دوستي ڪري مونکي گھڻو ڀائيندو هو. ننڍي هوندي منهنجو هيانچو وڏيل هو. ڏس ڏنو هوائين ته رات جو سرڪي ۾ انجير ڀسائي صبح جو نيراني ڪائي ڇڏ. ٿورن ئي ڏينهن ۾ ٻرهل جو نالو نشان نه رهيو. افسوس جو هو جوانيءَ ۾ گذاري ويو! سندس ڀيا عزيز، جهڙوڪ وڏيرو خير محمد ۽ رضا محمد ٻه اسان جي شهر ۾ اچي رهڻ لڳا، ٻر ٻچاڙيءَ ۾ پنهنجن اوڌن افعالن ڪري قرضي ۽ ڪنگال ٿي پيا ۽ ٻار لڏي ويا. پنهنجون نياڻيون سيوهڻ ۽ جيڪب آباد جي ڪورينجن ۾ ڏنيون هوائون، جي آخر سندين ملڪيتن جا مالڪ بڻجي ويا ۽ ڪي زمينون وري ٽلٽيءَ جي واڻين جي قبضي ۾ اچي ويون. حرام جي مال کي جٽاءُ نه آهي ۽ مايا اچڻي وڃڻي آهي.

خيري ڪن اي افلان! و غنيمت شمار عمر
زان پيشتر ڪه بانگ بر آيد فلان نماند

ملر صاحب جي تقرير ڪري ڪاليج جي تعليمي نظام ۾ ٻه ڪيتريون ئي ڦيريون ڦاريون عمل ۾ آيون. مثلا آنجهاني پروفيسر گربخشاڻي کان انٽر جي فارسيءَ جو ڪم ڇڏائي مرحوم پروفيسر شيرازيءَ کي ڏنائون، اگرچه گربخشاڻيءَ جي اسلام ۽ مسلم دوستي عالم آشڪار هئي. ويچارو ارڙهين صدي جا انگريزي مقالات پاڙهي ڪڪ ٿي پوندو هو ۽ هو جو حافظ ۽ رومي جو ڪوڏيو هو، تنهنڪري انگريزي پاڙهڻ ۾ ڪو حظ نه ايندو هو ۽ سندس اڪثر ليڪچر نهايت ڦڪا ۽ بي مزا هوندا هوا. هوڏانهن شيرازي صاحب جو به برو حال هو. نظام الملڪ جو "سياست نامو" ۽ جاميءَ جي "يوسف زليخا" پاڙهئا هئس. پهريون ته نهايت خشڪ ڪتاب هو، باقي يوسف زليخا جو فلسفو ۽ ترنم سنديس طبيعت کان سو ڪوهه ٻري هو، جنکي پروفيسر گربخشاڻي جو ترجمو ۽ تمهيد ملي سگهيا، تن لاءِ مزو هو. مون ته يوسف زليخا اڳيئي سال ١٩١٤ع ۾ مرحوم مولوي عبدالڪريم پٺي جي ماتحت لاڙڪاڻي مدرسي واري زماني ۾



ڏاڍي سرسان پڙهي هئي، سو مونکي ڪلاس ۾ دوباره پڙهڻ جي ضرورت ڪانه هئي. باقي وحدت ۽ ڪثرت جو مسئلو، ذات پاڪ جو ڪائنات ۾ ظهور، ساري خلقت جو نور محمدي جي ذريعي پسارو، الاهي حسن ۽ جمال جو جلوو ۽ ديدار، انهن سڀني مسئلن جو چڱو چوکو مطالعو ڪيو ويو. سونهن ڪٿي ٿي لڪي؟ دروازو بند ڪيو ته دريءَ کان ليئو پائيندي، مخفي ڪنز جو اشارو انهيءَ سان پڌرو آهي.

نڪو رو تاب مستوري ندارد
چو در بندي سر از روزن بر آرد

واه ڙي جامي ڪمال ڪيو اٿئي!

هن سال ۾ وائينس صاحب مونکي ڇهين درجي جا حساب سونپيا. انجي عيوض ٣٠ ماهوار وظيفو ۽ هڪ ڪانگڙهه واري ڪوٺي ٻه رهڻ لاءِ ڏنائين، جنهن مونکي پئسي جي تنگي کان گهڻي فراغت ڏني. اگرچه دو طرفي خرچ پوري ڪرڻ لاءِ ٻين شاگردن کي به خانگيءَ طور پڙهائڻو پوندو هو. حسابن سان ڏاڍو چاهه هوم. مسٽر عبدالله چنا ۽ مسٽر نور محمد پٺي جي ٻئي ڪليڪٽريءَ جي عهدي تي پهتا ۽ پروفيسر شفيع محمد قريشي ۽ ٻيا منهنجا انهي وقت جا شاگرد آهن. ڪلاس ۾ حسابن جي علاوه اسلامي تاريخ ۽ تمدن تي اڻ مڏي طرح روشني وجهندو هوس، جنهنڪري منهنجا شاگرد گهڻو ذوق پرائيندا هئا.

ان وقت مدرسي ۾ گهڻيون اخلاقي خرابيون هيون. مسٽر ضياءالدين، ميرزا علي حسن ۽ ٻيا پنهنجي رتبي جو فائدو وٺي، حسين ڇوڪرن کي هرکائيندا هوا. ڪي بداخلاق بورچي وري ڪن غريب شاگردن کي لڪ چپ ۾ مٺيا ڪاڏا ڪارائي برائي ڏي مائل ڪندا هوا. منهنجي تمنا هئي ته انهن بڇڙن جي بيخ ڪني ڪجي. ان وقت ڪاليج ۾ شيڪسپيئر

جا سانيت ۽ پيا اخلاقي شعر پڙهندا هئاسين، تن جو مون تي گهاٽو اثر ٿيو. انگريزي ۾ هڪ ڀي زبردست مضمون لکي ٽائيپ ڪرائي، مدرسي بورڊ جي ميمبرن ڏانهن گمنام ڏياري موڪليم. ٽائيپ جو ڪم منهنجو ايراني شاگرد علي آقا ڪندو هو. مدرسي ۾ ٽرٿلو مچي ويو. وائينس صاحب گهڻي ڪوشش ڪئي ته مضمون لکندڙ ۽ ٽائيپ ڪندڙ جو پرو پئي، پر گهڻي مٿا ڪٽ بعد به ڪيس سراغ نه مليو. علي آقا پنهنجو ٽائيپ رائيٽر ايراني تاجرن وٽ رکي آيو ۽ خفيه پوليس نااميد ٿي ماٺ ڪري ويهي رهي. مرحوم مير ايوب خان بارسٽر مدرسي ۾ هلي آيو ۽ هال ۾ وڏي زبردست تقرير ڪيائين. آخر سيني خرابين جي تحقيقات ٿي ۽ سڀ ڳالهيون صحيح نڪتيون. ماسٽر ضياءُ الدين، مرزا علي حسن ۽ مفسد پورچين ۽ پنڊوالن کي هميشه لاءِ نڪس وٺائي وئي. اها وڏي ڪاميابي هئي.

حسابن سان سخت دلچسپي هيم، مدرسي ۾ هڪ ماسٽر ضياء الله هو، جنهن بي. اي جو امتحان رياضي ڪمن ۾ ڏنو هو ۽ منهنجي ڪوٺيءَ سان لڳ رهندو هو سو گهڻي مدد ڪندو هو. منهنجي دوست مسٽر (هاڻ پروفيسر) عبدالستار شيخ پنهنجا سڀ نوٽبڪ منهنجي حوالي ڪيا هئا. رياضي ڪتابن جو هر هڪ حساب حل ڪري ڇڏيو هوم ۽ اميد هيم ته انٽرميجٽ جي حسابي پيپرن ۾ ضرور بالضرور سو في صدي مارڪون ڪڍندس. ٻين ڪمن ۾ پڻ سيني ڪان برک هوس. پر تقدير پردي پٺيان منهنجي انهيءَ گهمنڊ تي کلي رهي هئي.

آنچہ سعیست من اندر طلب بنمایم
این قدر هست که تغییر قضا نتوان کرد

امتحان جا ڏينهن ويجها هئا، پر مان سخت محنت ڪري اڻ چڱو ٿي پيس. مولوي عبدالرحيم صاحب مرحوم مونکي گيهه ۽ ماکيءَ سان ڳڍ ڪچا بيضا کارائيندو هو، پر امتحان لاءِ واٽ ويندي ڪانگهاري ۾ رت



ڳاڙيندو ويندو هوس. دماغ ڪم ڪان جواب ڏيئي ويهي رهيو، ۽ حسابي پيپر لکندي، نهايت سولا نظريا به حافظي مان نڪري ويا اگرچ ٻين ڪمن ۾ چڱيرو ڪيم، پر حسابن، جن تي ايترو ناز هوم؛ تن پوئواري نه ڪئي ۽ وري به مٽرڪ وانگي دغا ڏنائون. امتحان ۾ سيڪنڊ ڪلاس ڪنيم، اگرچ پهرين ڪلاس ڪنهن کي نصيب نه ٿيو، ته به منهنجو دوست يار محمد جوڻيجو مون ڪان نمبر کڻي ويو، جنهنکري سنڌ ڪاليج اسڪالرشپ به کيس ملي. گهڻو ئي اوندوهه ۽ ارمان ٿيو، پر هرگز دل نه لوڙهيم، ڇاڪاڻ ته وسئون ته ڪين گهٽايو هوم. سوڀ ۽ هار خدا جي هٿ آهي، ۽ ناتوان دل مقابلو خوب ڪيو. "فعل الحکیم لا یخلو عن الحکمت" تي ڀروسو رکي، اميد ڪيم ته آيندو اڳي ڪان اعليٰ ٿيندو.

نقاب چهره امید باشد گرد نومیدي
غبار دیدهٔ یعقوب آخر توتیا گردد



## (١١)

### بي. اي. جا ٻه سال

دريا و کوه در ره و من خسته و ضعيف
اي خضر- پي خجسته مدد کن بهمتم

رياضي علومن، باوجود انتها محنت جي ٻه دفعا ڏوکو ڏنو هوم، سو پڪو ارادو ڪيم، ته اڳتي وڌيڪ ساڻن ڇيڙ ڇاڙ نه ڪندس. جون ١٩١٩ع ۾ بي. اي ۾ داخل ٿيم شرط رياضي علومن کي ڇڏي فارسي زبان ۽ ادبيات هٿ ۾ ڪنيم، ڇاڪاڻ ته اڳيئي فارسي زبان تي گهڻو عبور هوم رياضي علومن جي مدرسن پروفيسر ترويدي ۽ پروفيسر لاڳو گهڻو ئي هرڪايو، پر آئون پنهنجي عزم بالجزم تان ڪين مڙيس. هڪ جاهلي عرب شاعر ڪهڙو نه چڱو چيو آهي!

فاذا لم تستطع شيئا فدعه
وجاوزه الي ماتستطيع

(يعني جيڪڏهن ڪا شيءِ ڪري نه سگهين ته انکي ڇڏي ڏي ۽ انهيءَ کان درگذر ڪري اها شيءِ هٿ ۾ ڪر، جنهن سان پڄي سگهين.)



تنهن ڪري رياضي علومن کي ڇڏي ڏنم اگرچه اڃا ٻه ساڻن گهڻي دلچسپي اٿم ۽ منٽرڪ وارا حساب پاڻجي ڪون ويا اٿم.

فارسي نصاب ۾ ڪيترائي ڪتاب منهنجي دل وڻان هئا ۽ جهڙوڪ ڪيمياءِ سعادت، مثنوي مولانا روم، تذڪره دولت شاهي ۽ قصائد قاآني. وري پاڙهيندڙ پروفيسر گربخشاڻيءَ جهڙو ماهر مليو هئن، جو خاص مثنوي پاڙهيندي مست ٿي ويندو هو ۽ سندس ڪيف ۽ نشو ٻڌندڙن کي ٻه مخمور ڪري ڇڏيندو هو. هم رفيق سڀ فارسيءَ ۾ هشيار هئا، جهڙوڪ سيد ميران محمد شاهه، سيد عطاحسين شاهه قاضي نوازعلي نصرپوري ۽ محمداسماعيل قادري، محراب خان شهداد زئي. هندو همدرسن جا نالا هينئروسري ويا اٿم. انهيءَ ڪري علمي چٽا پيٽي چڱي هلندي هئي، پر مان سڀني امتحانن ۾ ڪانئن گوءِ کٽي ويندو هوس. هينئر ته اهي هڪ ٻي وقت مخلص دوست گهڻو ڪري سنئين مئي ويا آهن ۽ ميڪو دنيا جي چڪر ۾ اڇي ويو آهي:-

رفيقان چنان عهد صحبت شکستند
که گوئي نبوداست خود آشنائي

مالي حالت گهڻي قدر درست هئي، اگرچه پاڻکي ۽ عزيزن کي خوشحال رکڻ ۾ گهڻي محنت ڪرڻي پوندي هئي. وائنس صاحب مهرباني ڪري ستين درجي جي اتاليقيءَ مان گل حسن علي هائوس جي ستئين طبقي جي ڏاکڻيءَ ڪنڊ واري ڪوٺي رهائش لاءِ ڏني هئي، جا اوله ڏي منهن هئڻ ڪري نهايت هوادار هئي. ان جي عوض انهيءَ طبقي جي نگراني منهنجي حوالي ڪئي هئي. انهيءَ وقت مسٽر پير زادو ۽ صديقي محمد حنيف ٻه انهيءَ طبقي ۾ رهندا هئا ۽ مونکان حسابن جون مشڪلاتون حل ڪرائيندا هئا. ازانسواءِ چرچ مشن هاءِ اسڪول ۾ ٻه حساب ۽ فارسي سيکاريندو هوس، پڻ پرنسپال شاهاڻيءَ شفقت فرمائي ڪاليج جي في معاف ڪري ڇڏي هئي؛

جنهن ڪري خرچ جي تنگي ۽ توڻ ڪانہ هوندي هئي.

هرگز بيمن عاطفت پير مي فروش
ساغر تهي نہ شد ز مي صاف روشنم

الحمد لله وقت نهايت سٺو گذرندو هو.

ضروري ۽ اختياري انگريزيءَ ۾ خود انگريزي ادبيات جي شاگردن کان بہ عبارت آرائيءَ فهم ۾ گهڻو سرس هوندو هوس، اگرچہ انهن جيتري فراعت نہ هوندي هيم جو عام ڪتاب پڙهي سگهان. حتيٰ ڪ سينٽسبري تنقيدنگار جي نالي کان پڻ غير واقف هوس. انگريزيءَ ۾ شاهاڻي صاحب شيڪسپيئر جي الميہ ميڪبيٿ ۽ اوڻهين صديءَ جا انتقادي مقالا پاڙهيندو هو، آڏواڻي صاحب گولڊن ٽريزريءَ جو چونڊ حصو نهايت ذوق ۽ شوق سان پاڙهيندو هو ۽ انگريزي ادب ۽ خاص شعر جي مطالعي لاءِ ترغيب ڏياريندو هو. اختياري پيپرن جا ڪتاب هڪ گجراتي ليڪچرر ۽ ان بعد مسٽر لالسنگ آجواڻي پاڙهيندو هو. مطلب تہ انگريزي توڙي فارسي ۾ سيني شاگردن کان اعليٰ هوندو هوس.

تلقين - درس اهل - نظر يک اشارت است
ڪردم اشارتي و مکرر نمي ڪنم

هن سال اسان جو مدرسي وارو استاد مسٽر ڊي. پي. ڪوٽوال پيريءَ ڪري پنهنجي وائيس پرنسپاليءَ جي عهده کان سبڪدوش ٿيو، اگرچہ مدرسي جي اختياريءَ وارن ڪيس گهڻوئي سمجهايو، پر پاڻ وڌيڪ رهڻ پسند نہ ڪيائين. سندس جاءِ تي ڪجهہ وقت مرحوم مسٽر جمع تيجاڻيءَ ۽ ڪجهہ وقت مسٽر مريد علي ڪم ڪيو. سال جي آخر ڌاري مدرسہ بورڊ کي اڳي هن جنون ڪنيو تہ وائيس پرنسپال جي جڳهہ لاءِ اشتهار وجهجي، سو بمبئي





مرحوم شمس العلماء دائود پوٽہ پنهنجي عزيز دوست مسٽر غلام علي نانا سان. هي فوٽو ان موقعي جو آهي جڏهن مرحوم دائود پوٽي کي شمس العلماء جو خطاب مليو هو. (١٩٣٠ع)



مرحوم ڊاڪٽر دائود پوٽو ۽ مرحوم ڊاڪٽر زاهد علي (سابق پرنسپال نظام ڪاليج حيدرآباد دکن) (هي فوٽو آڪسفورڊ يونيورسٽيءَ ۾ ورتو ويو هو. (سال ١٩٢٧ع

علم جا ٻہ سج ۽ هڪ چمڪندڙ تارو - يعني مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽہ، مرحوم شمس العلماء دستور ڍالا (پارسي فرقي جو مذهبي پيشوا) ۽ عزيزي قمرالدين عيسيٰ دائود پوٽہ سلمہ (سال ١٩٥٢ع)



مرحوم شمس العلماء دائود پو
مشهور اورنٽلسٽ ماهر ادبيا
ايران پروفيسر اي. جي. براؤ
سان گڏ. (سال ١٩٢٧ع)



جو هڪ ماهر تعليم پارسي، جنهن هڪ اسڪول آتي ڪاميابيءَ سان هلايو هو، تنهن کي ڪٿي مقرر ڪيائون. ملا صاحب هوندءِ تہ گهڻو ئي چڱو ڏسڻ ۾ ٿي آيو، پر هو انگريزن جو خوشامدڙيو هو. پاڻکي سرخرو بنائڻ لاءِ هڪ جلسو ڪيائين؛ جنهن ۾ هڪ خاص ڪتاب انگريزيءَ ۾ لکي شاگردن ۾ ورهاياڻين. ان ۾ انگريزن سان وفادار رهڻ جي تلقين هئي ۽ ڪتاب جي سري تي هيءَ ڪمزور حديث بہ هئي تہ "السلطان ظل الله في الارض" يعني بادشاه زمين تي الله جو سايو آهي. انمان "العادل" جو لفظ عمدا وساري ڇڏيو هوائين. انهيءَ تي مون مدرسي جي سڀني بورڊرن کي اشتعال ڏياريو، ڇي "اهڙو ڪتاب ساڙڻ گهرجي." مدرسي ۾ منهنجي گهڻي هلندي هئي، سو سڀني شاگردن سنجها وقت سڀئي ڪتابڙا ميڙي ميدان جي وچ ۾ گڏ ڪيا ۽ انهن کي وٺي باهہ ڏنائون، جو سارو ميدان سچ جي ڪري روشن ٿي پيو.

وائينس صاحب مون تي تمام گهڻو مهربان هو. اڳيئي انهيءَ سال جڏهن عام مسلمانن خلافت تحريڪ جي ڪري شهزادي ايڊورڊ جي آجيان ڪان انڪار ڪيو هو، تڏهن خار وچان، جن ماسترن انهيءَ ۾ ڀرو ورتو هو، تن کي نوڪريءَ مان خارج ڪيو هوائين، خصوصا منهنجن دوستن مرحوم تاج محمد ڀڳويي، مسٽر عبدالرحمان مغل ۽ مسٽر احمد بخش راهوءَ کي. مان وائينس صاحب وٽ ميٽرڪ ۾ وي تہ اهڙا استاد اوهانکي ڪٿان ملندا، جنهن تي وري انهن کي پنهنجن جاين تي برقرار ڪيائين، پر هي تہ انتظامي معاملو هو. وائينس صاحب مرحوم مولوي عبدالرحيم منگسيءَ کي اچي پيڙيو ۽ منهنجي شاگرد مسٽر حاجي محمد بلوچ کي ڪشي مار ڏنائين. آخر انهن سڄي ڪٿي، تہ اها سڄي شرارت منهنجي هئي. وائينس صاحب پيو مونکي ڪجهہ نہ چيو. پاڻ قدري بيمار هو ۽ مدرسي وارو بنگلو ڇڏي وڃي ڪچهري روڊ تي هڪ جاءِ ۾ رهيو هو،





مرحوم شمس العلماء پنهنجي ڪٽنب سان:- مرحوم شمس العلماء محترمہ بيگم خديجہ دائود پوٽہ ۽ عزيزي قمرالدين عيسيٰ دائود پوٽہ (سال ١٩٥٨ع)



مرحوم شمس العلماء دائود پوٽي جو ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن جي زماني جو هڪ فوٽو. (سال ١٩٣١ع)

مرحوم شمس العلماء دائود پوٽہ پنهنجن ٻن صاحبزادن عزيزي وسيم الدين ۽ عزيزي قمرالدين عيسيٰ سلمهما سان گڏ (سال ١٩٥٢)



مرحوم شمس العلماء جو (اولهہ پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن) جي ميمبري جي زماني جو هڪ فوٽو. (سال ١٩٥٦ع)



جا پياس هوٽل جي سامهون هوندي هئي. مونکي ٻاڻ وٽ ڪهرائي چيائين ته اونهاري جي وئڪيشن (١٩٢٠ع) کان اڳ مدرسو ڇڏي وڃي ٻاهر رهه ۽ مونکي هڪ عاليشان سرٽيفڪيٽ ڏنائين. ان ڪانپوءِ ٻاڻ سنت ولايت هليو ويو، جتي وڃي وفات ڪيائين. جزاه الله خيرا. هو مسلمانن جو وڏو همدرد هو، ۽ ڪيترائي سال مسلمانن ٻچن جي تعليم لاءِ ٻاڪي گهڻو پتوڙيو هوائين ۽ انهي محنت ڪشيءَ ڪري ئي سندس صحت جهري پيئي. "عجيب مردي بود!"

منهنجي انهيءَ ڪارستاني ڪراچيءَ جي مسلمانن ۾ گهڻو چوٻول پيدا ڪيو. مرحوم ولي محمد صاحب حسن علي هڪدم مدرسي ۾ هليو آيو ۽ چيائين ته 'پٽ! لڙ ڪٿي هلي منهنجي جاءِ 'خورشيد لاج" جي چوٽي تي رهه." هڪ ننڍڙي ڪوٺيءَ ۾ مونکي جاءِ ڏنائين ۽ ماني ٽڪي به مونکي اتي ملندي هئي. سندس فرزند حسن علي جو منهنجو ڇهين درجي کان وٺي دوست هو، تنهن مسين انهيءَ سال مئٽرڪ پاس ڪئي هئي ۽ ڪاليج جي پهرئين سال ۾ داخلو ورتو هو. سو مرحوم مونکي فرمايو ته کيس ايف. اي جا حساب سيکاريندو رهه". مرحوم مونکي پنهنجن پٽن وانگر ڀائيندو هو. مرحوم غلام محمد پرڳڙي، مرحوم الله بخش سومري، حاجي مولا بخش سومري ۽ سندن والد صاحب حاجي عمر سان به انهيءَ وقت ڏيٺ ٿي هيم، جي بعضي بعضي اتي اچي رهندا هئا.

سچو سال سندس شفقت جي نظر هيٺ رهيس. سندس قرب ۽ سندس ناصحانا نڪتا اڃا مونکي ياد آهن. مرحوم مسلمان قوم جو وڏو رهبر ۽ خيرخواه هئو ۽ محمدن ايسوسيئيشن جو سيڪريٽري هو. نهايت ڪرڙو، پر باسليقه انسان هو. منهنجا اکر وڻندا هئس، ۽ ڪم، ڪاهي مون کان خط لکائيندو هو. سندس انگريزي عاليشان ۽ ڪڙڪي دار هئي. سندس اک آڪري ۽ آواز رعب دار هو. سڀ ڪانئس ڪنبندا هئا، پر مونسان ڪڏهن به ڪهرو نه پيو.



ان وقت ڏاري سان الوحيد ۾ مضمون موڪليندو هوس. وائنس (صاحب) جي وفات بعد بورڊ جي ميمبرن وري خانبهادر ڪنٽراڪٽر جون خدمتون سرڪار کان اڌاريون ورتيون. مدرسي ۾ هڪ بدران ٻه آتش پرست ٿي پيا. منهنجي قلم ۽ قلب کي سخت ڪاوڙ آئي ۽ دل ۾ پڪ ڪيم ته ڪئن به ڪري مدرسي کي مسٽر ملا جي مدمستيءَ کان آجو ڪجي. الوحيد ۾ ڪيترائي زبردست مضمون لکيم، جن مان ٻن جا سرا اڃا ياد اٿم: "مدرسي جي چيلي جي ڳچيءَ ٿي ٻه لڙڪا" ۽ "حسن علي آفنديءَ جو روح قبر مان پڪاري رهيو آهي." اهي مضمون منهنجي دوست مرحوم قاضي عبدالحي وٽ رهجي ويا. سائهن ۾ ٿر ٿلو مچي ويو. الوحيد باقاعده مرحوم خانبهادر ولي محمد وٽ ايندي هئي. اهي ليک پڙهي کيس ڏاڍا جڪ ايندا هوا چوندو هو ته "چورا! هي تنهنجا ئي ڪم آهن!" مان با ادب جواب ڏيندو هوس ته سائين! "اهڙي سنڌي مان ڪئن لکي سگهندس؟" پر کيس ويساه نه ايندو هو. آخر مدرسه بورڊ فيصلو ڪري مسٽر ملا جي خدمات جو خاتمو ڪري ڇڏيو.

هڪ ڏينهن ملا صاحب ڪاغذ کڻي ڪٿي خانبهادر وٽ آيو. جئن هيٺ ئي لٿو، تئن مونکي ڏاکڻ تي گڏيو. آکڻ لڳو ته هي سڀ تنهنجي مهرباني آهي." چيو مانس ته گهر جا ٻچا ياد ڪجانءِ ته ڪنهن مڙس سان هٿ اٽڪايو هيءِ.' پوءِ سنت ئي بسترو ويڙهي بمبئيءَ واهي ٿيو. "وما بڪت عليه السماء والارض." باقي خانبهادرا ڪنٽراڪٽر هليو آيو، چاڪاڻ ته هو هڪ نهايت مدبر ۽ ڪاردان تعليمي ماهر هو ۽ سندس ايام ڪاريءَ ۾ مدرسي چڱي ترقي ڪئي.

هي منهنجو بي. اي جو آخري سال هو. ان وقت خلافت تحريڪ جو سخت زور هو. سياسي ڪم ڪندڙن ڪاليج جي شاگردن کي پڙهڪايو ته تعليم جو بهشڪار ڪن. مان بہ سياسي تحريڪ ۾ چڱي دلچسپي وٺندو هوس

هڪ دفعي مولوي عبدالرحيم صاحب ساڻ گڏجي دادو ويو هوس، جتي خلافت ڪانفرنس جي صدارت بزرگ ملڪاڻي ڪان ڪرائي هوائون. مون اتي هڪ نهايت پرجوش ۽ درد پريو نظم پڙهيو هو. وري خيرپور ناٿن شاه ويو هوس، جتي جلسي جو مير مجلس مرحوم جان محمد جوڻيجو هو. ڪاليج جي شاگردن ۾ سخت تاءُ هو ۽ ڪيترن ئي، جهڙوڪ منهنجي دوست مرحوم علاءالدين سمي، پڙهڻ کي ترڪ ڪري پاڻ کي نقصان پهچايو، ڇاڪاڻ ته خلافتين ۾ صداقت ڪانه هئي. مان به آماده ٿيو هوس ته تعليم کي تياڳ ڏيان، پر سرهندي بزرگن، خواجه حسن جان صاحب (رح کي ڪنهن انهيءَ ڳالهه کان آگاهه ڪيو، مومون ڏي هڪ تنبيه نامون لکي موڪليائون ته "متان اهڙو بيوقوفيءَ جو ڪم ڪيو اٿئي." مرشدن جو چيو ڪري مان پڙهڻ کي چهٽيو رهيس:

نه هر درخت تحمل کند جفاي خزان
غلام همت سروم که اين قدم دارد

انهن جي دعا جو اثر آهي، جو انهي منزل تي پهتو آهيان، نه ته جئن شاه صاحب فرمايو آهي ته:

سمنڊ جي سيوين، تنين ماڻڪ ميڙيا،
ڇاڙ جي چوئين، تن سا ڳوٺا ۽ سپون.

انهيءَ سال ۾ مسلمانن جي مهندارن کي پئرس ۾ گول ميز ڪانفرنس جي ڪوٺ ٿي. مولانا محمد علي صاحب، حڪيم اجمل خان، مولانا سيد سليمان ندوي صاحب ۽ سندن سيڪريٽري مسٽر شعيب قريشي ڪراچيءَ ۾ براجمان ٿيا. ڪاليج جي مسلمان شاگردن سندن دعوت ڪئي ميئارام هاسٽل پٺيان سندن عڪس ورتو ويو. مدرسه اولڊ بوائز ايسوسيئيشن ۾ پڻ سندين



آجيان ڪئي وئي، ۽ مونکي ارشاد ٿيو ته مان سندن شان ۾ تقرير پڙهان. تقرير جي آخر ۾ مرحوم حاليءَ جي مسدس جو پهريون حصو ترنم سان پڙهيم، ۽ خصوصا هن بند حاضرينن تي وڏو اثر ڪيو:

يهي حال دنيا ميں اس قوم کا هے
بهنور ميں جهاز آکے جس کا گهرا هے
کناره هے دور اور طوفان بپا هے
گماں هے يه هردم که اب ڈوبتا هے
نهيں ليتے کروٹ مگر اهل کشتي
پڑے سوتے هيں بی خبر اهل کشتي

۽ مرحوم حڪيم اجمل خان مون کي آفرين چئي

پڇاڙي وارو سال اچي خير سان ختم ٿيو. مون تياري تمام سٺي ڪئي هئي. انوقت بي. اي آنرس جو امتحان بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ ٿيندو هو، پر ترڪ موالات جي تحريڪ زور هئي. عام طرح افواه هو ته جيڪڏهن اسين اتي امتحان لاءِ وينداسين ته ڪانگريسي ڪم ڪندڙ يونيورسٽي هال جي دروازي تي پهچي رهندا ته پل اسان کي اتاڙي پوءِ اندر وڃو. ڪوبه باغيرت انسان اها روش اختيار ڪري نٿو سگهي، انهي ڊپ ۾ منهنجا پيا سنگتي اتي رهجي ويا، فقط مان جهاز ۾ چڙهي سامونڊي سفر ڪري وڃي بمبئي نڪتس. پروفيسر شيرازي منهنجي رهائش جو بندوبست "بهائي هال ۾ ڪيو هو. بهائين جي فاضل مشنري آقا محمود زرقانيءَ منهنجي وڏي مرحبا ڪئي ۽ امتحان جا ڏينهن اتي نهايت آسودگيءَ سان گذاريم.

بهائي هال يونيورسٽي جي نزديڪ هو، تنهنڪري امتحان هال ۾

# پهريون ضميمو

پهچڻ لاءِ دقت ڪانه ٿيندي هئي. ڪوبه شور و شر ڪون هئو، ۽ نه
ڪنهن اسانکي امتحان ۾ وجهڻ ڪان روڪيو. پيپرسي نهايت سٺا
ڪيم. شي تصو وڏو آهي تنهنڪري.

همچو سپند پيش تو اي مختصر پسند
در ناله اي تمام کنم ماجراي دل



سبک زجائي نگيري که بس گران گهر است

متاع - من که نصيبش مباد ارزاني !

”لائق استادن جي نوري نظر هيٺ منهنجي زندگي ۾ عجب ٿي پٽي. محنتي ۽ سخت ڪوش ته اصل کان هوس، پر مدرسي منهنجي انهيءَ وصف کي وڌيڪ مهميز ڏني. ڪوتوال صاحب جو رويو هوندو هو ته هوشيار شاگردن کي آزاد ڇڏي ڏيندو هو ته پل حساب، الجبرا ۽ جاميٽري پنهنجي روءِ سوءِ ڪن؛ انهيءَ ڪري سواءِ گهڻي رهبري جي مون ڇهين درجي جو سارو نصاب ختم ڪري ڇڏيو. حياتيءَ جو هڪڙو دم به اجايو خرچ نه ڪيم. سستيءَ ۽ ڪاهليءَ ۾ پنهنجو وقت نه وڃايم. خواه مخواه توڪلي ڪري خدا تي توڪل ڪانه رکيم، بلڪ واجبي آرام ۽ راحت بعد، هڪ گهڙي به بيڪاريءَ ۾ نه گذاريم.“

از توکل در سبب کاهل مشو

رمز ”الکاسب حبيب الله“ شنو

گر توکل ميکني دو کارکن

کسب کن پس تکيه برجبار کن.

(مرحوم دائود پوٽو)





شمس العلماء هڪ مقرر جي حيثيت ۾ (سال ١٩٥٢ع



(اسماعيل انڌيري ڪاليج، بمبئيءَ واري زماني جو مرحوم شمس العلماء جو هڪ يادگار عڪس. (سال ١٩٥٥ع)

”جي جيءَ ڪي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا“

مرحوم شمس العلماء پنهنجي ڪتب خاني ۾ ڀٽائي (رح جي رسالي تي تحقيق جو ڪم ڪري رهيا آهن جا سندن دلپسند ونڊر هئي. (سال ١٩٥٨ع)



مرحوم شمس العلماء جو هڪ يادگار فوٽو، جڏهن پاڻ سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جا ميمبر هئا. (سال ١٩٥١ع)



# مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽي جي زندگي جون مختلف منزلون

مرحوم شمس العلماء، ڊاڪٽر عمر بن محمد دائود پوٽو، ڪنهن به تعارف جو محتاج نه آهي. هو عالم، اديب، فاضل ۽ محقق، پنهنجي عالمانه انداز ۽ محققانه محنتن سان نه رڳو سنڌ ۽ هند، بلڪ پوري مشرق جي ادبي دنيا ۾ جو نالو ڪڍيو هو، ان لاءِ سندس تصنيفات ۽ تحقيقات پنهنجي پر خاموش، زوردار زبانيءَ سان شهادت ڏيئي رهيون آهن. هوئن ته سندس حاصل ڪيل علم و فضل سيني ادبي راهگيرن لاءِ مشعل-راه جي حيثيت رکن ٿا، مگر جنهن خصوصيت مرحوم کي نهايت نمايان ڪيو هو، اها هئي سندس، مالي طرح، اهڙي طبقي سان وابستگي، جنهن ۾ عام طرح پنهنجي تعليم جاري نه رکڻ لاءِ غربت کي ذميوار ٺهرايو ويندو آهي ۽ اڻ هوند کي عذر قرار ڏيئي پنهنجي بي همتيءَ کي بچايو ويندو آهي. هو، جنهن غريب خاندان جو فرد هو ۽ جنهن مايوس ڪن ماحول ۾ پنهنجي تعليم جاري رکي، مالي طرح جن مشڪلاتن جو مقابلو ڪيو، مگر پٺڪ ٻاهر نه ڪڍي، "من جدوجد" واري قول تي ڪار بند رهي، جي علمي منزلون ۽ منصب حاصل ڪيا ۽ جي ڪٺن ڪشالا ڪڍي، سو رستو هي پين لاءِ، جنهن معياري مثل ۽ قابل تقليد حياتي کي تشڪيل ڏني، اهي سڀ ڳالهيون غريب طبقي جي شاگردن جي رهنمائيءَ لاءِ ڪافي آهن. اهي انهن جي اونداهي عالم ۾ سدا روشنيءَ جي مانند آهن، انهن جي سياه زندگيءَ ۾ اميد جي جهلڪ واري معنيٰ رکن ٿيون، انهن جي منجهيل





هيءُ فوٽو گروپ انهيءَ موقعي جو آهي، جڏهن شمس العلماء دائود پوٽو پنهنجي (استاد) رئيس قاضي غلام نبي مرحوم پاڙائيءَ کان سنڌ جي (ڊائريڪٽر پبلڪ انسٽرڪشن) جي عهدي جي چارج وٺي رهيا آهن. (سال ١٩١٩ع)

مرحوم شمس العلماء دائود پوٽو (شمس العلماء جي خلعت ۾ (سال ١٩٤٠ع)





جوڳي پنهنجي جوءِ ويا، جيڻ جان نيڻ جهمن،
سخن ساميڙن جا هيئڙن منجهه هرن،
سچو موت مڳن، اڏ ڪنا آرام لهي.

مهراڻ جي محبت پريءَ ماڙيءَ جون ٻه سڳوريون هستيون پريم، پريت، سادگيءَ ۽ روحانيت جا مڪمل نمونا (يعني مرحوم شمس العلماء دائود پوٽو ۽ سادو ٽي. ايل. واسواڻي حيدرآباد ۾ (اڳيون ميران گرلس هاءِ اسڪول) (هاڻ گورنمنٽ گرلس هاءِ اسڪول جي سامهون (سال ١٩٤٣ع)



منزلن تي راهگيريءَ جا راز آهن، انهن جي پست همتيءَ ۾ "همت مردان مدد خدا" واري قول جو ڪم ڏين ٿيون، "لاتقنطوا من رحمت الله" ۾ ايمان آڻڻ لاءِ آماده ڪن ٿيون ۽ سستي واري وقت ڀٽائي (رح) جي هن بيت کي فقط تقويت ڏين ٿيون ته:

"تتيءَ ٿڌيءَ ڪاه، ڪانهي ويل ومڻ جي
متان ٿئي اونداه، پير نه لهين پرينءَ جو"

ايڏا سهڻا سبق ۽ ناياب نصيحتون هن شخص جي زندگيءَ ۾ ملن ٿا، جن جي يادگيريءَ لاءِ مرحوم ڊاڪٽر صاحب جي علمي منزلن ۽ ماڻيل منصبن جو مختصر خاڪو هيٺ ڏنو وڃي ٿو ۽ ساڳئي وقت متنبي جي هن شعر ۾ پناه ولجي ته:

"ان في الموج الغريق لعذرا — واضحا ان يفوته تعداده"

(ترجمو:- بيشڪ ٻڏندڙ لاءِ موجن ۾ عذر آهي ته هن (تڪليف سبيان) انهن جو عدد ڇڏي ڏنو (ڳڻي نه سگهيو)،

<u>ولادت</u>:- ٽلٽي تعلقو سيوهڻ، ضلع لاڙڪاڻو (هاڻ دادو) ڇهين جون ١٨٩٧ع (سرڪاري دفتر موجب، نه ته صحيح ٢٥ مارچ ١٨٩٦ع).

<u>ابتدائي تعليم</u>:- سنڌي اسڪول ٽلٽي — ١٩٠٣-١٩١٠ع

<u>ابتدائي انگريزي تعليم</u>:- اي. وي. اسڪول ٽلٽي.

<u>ثانوي تعليم</u>:- مدرسه لاڙڪاڻو ........... ١٩١٣ع

مدرسه ———— نوشهره فيروز ١٩١٥ع،

سنڌ مدرسه الاسلام ڪراچي ١٩١٥ع کان ١٩١٧ع
جتان مئٽرڪ نهايت شاندار ڪاميابيءَ سان پاس ڪيائين ۽ ساري سنڌ ۾ ٻيون نمبر اچي "سنڌ ايگزيبيشن پرائز کٽيائين".
(١٩١٧ع)



<u>اعليٰ تعليم</u>:- ڊي. جي. سنڌ ڪاليج، ڪراچي ۾ داخلا (١٩١٧ع).
سڄي سنڌ ۾ بي. اي فارسي سان فرسٽ ڪلاس ۾ پاس ڪيائين، جنهنڪري ڪاليج جي "ڊڪشنا فيلوشپ" سٺ روپيه ماهوار مليس (١٩٢١ع).
سڄي بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ ايم. اي جو امتحان پهريون نمبر فرسٽ ڊويزن پاس ڪيائين ۽ "چانسلر ميڊل" کٽيائين. ———— (١٩٢٣ع)

هي بمبئي يونيورسٽيءَ ۾ وڏي ۾ وڏو اعزاز سمجهيو ويندو آهي، جو هن وقت تائين ٻئي ڪنهن سنڌي شاگرد کي حاصل نه ٿيو آهي.

١٩٢٣ع ۾ هند سرڪار کان ولايت ۾ اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ اسٽيٽ اسڪالرشپ ملڻ ڪري انگلينڊ ويو، جتي ڪيمبرج يونيورسٽيءَ جي ايميونيل ڪاليج ۾ داخل ٿيو. اتي مسلسل ٽي سال رهي نهايت محنت ۽ تجسس سان پنهنجو محققانه مقالو
"The Influence of Arabic Poetry on Persian Poetry"
پيش ڪري پي. ايچ. ڊي جي ڊگري حاصل ڪيائين. سنڌ ۾ مرحوم علامه دائود پوٽو پهريون پي. ايچ. ڊي آهي ۽ پڻ سنڌ ۾ سائنس بنا پي. ايچ. ڊي جو امتحان پاس ڪيو. (١٩٢٣-١٩٢٧ع)

<u>ولايت کان واپسي</u>:- ———— سيپٽمبر ١٩٢٧

<u>ملازمت</u>:- پرنسپال سنڌ مدرسه الاسلام ڪراچي ———— (٢٧-١٩٣٠ع)

ٽن سالن جي پرنسپاليءَ واري زماني ۾ "سنڌ مدرسه الاسلام" ڪراچيءَ جو تعليمي معيار بلند ڪيائين ۽ ان جي مالي حالت سڌاريائين. سندس وقت ۾ ڪيترن شاگردن بمبئي يونيورسٽي مان فرسٽ ڊويزن حاصل ڪيا. انهيءَ کان سواءِ غريب شاگردن جي پرگهور لڌائين ۽ مدرسي جي شاگردن ۾ عربي ادب جو شوق جاڳايائين.

عربي پروفيسر "اسماعيل ڪاليج، انڌيري، بمبئي." (فرسٽ ڪلاس ايڊيوڪيشنل سروس)، (۱۹۳۰-۳۹). بمبئي جي دوران قيام ۾ نهايت محنت ۽ مشقت سان عربي ۽ فارسي ٻولين جي خدمت ڪيائين. پنهنجي شاگردن ۽ اهل علم طبقن ۾ انهن ٻولين لاءِ شوق پيدا ڪيائين. بمبئي يونيورسٽي جي علمي حلقن ۾ پنهنجي علمي قابليت جو ڏاڪو ڄمايائين.

شمس العلماء مرحوم ڊاڪٽر صاحب عربي، فارسي سنڌي ٻولين لاءِ "بورڊ آف اسٽڊيز" جو ميمبر چونڊيو ويو ۽ انهيءَ ڪم ۾ نهايت گهڻي دلچسپي ورتائين.

"Bombay University's Nominated Ordinary Fellow

ٿيو. ———— (۱۹۲۸ع)

بمبئي جي پرسڪون علمي ماحول ۾ ڪيترائي عربي، سنڌي ڪتاب تصنيف ڪيائين ۽ ترتيب ڏنائين. اڄ به بمبئي يونيورسٽيءَ جي رڪارڊ ۾ سنڌ جي هن فاضل جو ڳالهه عزت ۽ احترام سان ورتو ويندو آهي.

ڊي. پي. آءِ. سنڌ:- ———— (۱۹۳۹ع - ۱۹۵۰ع)

سڄن سارن ٻارهن سالن جو طويل عرصو "ڊائريڪٽر آف پبلڪ انسٽرڪشن سنڌ" جي اعليٰ عهدي تي فائز رهيو. ايترو عرصو ڪو، مٿين عهدي تي نه رهيو آهي. ان وقت ۾ ابتدائي ۽ ثانوي تعليم جون ٻئي ذمہ واريون مرحوم جي ڪلهن تي هيون. مٿيون عهدو هن نهايت خوش اسلوبيءَ ۽ قابليت سان بنا خوشامد ۽ پاسخاطري جي نڀايو. انهيءَ عرصي ۾ سندس اڻ ٿڪ ڪوشش پنهنجي صوبي جي تعليمي ميدان ۾ گهڻي ترقي ڪئي. سنڌ جي ڪيترن تعلقن ۾ ابتدائي تعليم لازمي ڪرائي وئي ۽ ڪجهه وقت بالغن جي تعليم به جاري رهي. مرحوم علامه موصوف سنڌ جي تعليمي ترقي لاءِ سنڌ سرڪار کي هڪ تفصيلي رپورٽ پيش ڪئي هئي، جنهن ۾ ڪيترئي عملي رٿون به ڏنيائين. ڊي. پي. آءِ واري زماني ۾



ڪن ماڻهن جي مخالفت هوندي به هو نهايت ڪامياب رهيو. ان لاءِ سندس شخصي انتظامي خوبيون ۽ عزم ارادت ذميوار آهن. هي هڪ تسليم شده حقيقت آهي ته ڪانئس پوءِ تعليم کاتي ۾ هڪ خال محسوس ٿيڻ لڳو، جنهن کي هن وقت تائين ڪو پري نه سگهيو آهي. مرحوم ڊاڪٽر صاحب ڊي. پي. آءِ جي عهده لاءِ زيب زينت هو ۽ نه ڪ مٿيون عهدو هن لاءِ باعث عزت هو، جئين عام طرح ٿيندو آهي.

شمس العلماء ... ... ... ———— (۱۹۴۰ع)

سرڪار سندس علمي خدمتن جو قدر ۽ علمي عظمت جو اعتراف ڪندي ڪيس ۱۹۴۰ع ۾ "شمس العلماء" (عالمن جو سج) جو خطاب ۽ خلعت بخشي. علامه مرحوم سنڌ جو چوٿون "شمس العلماء" آهي، جنهن علمي خدمتن ذريعي اهو اعزاز حاصل ڪيو. سڄي سنڌ ۾ چار شمس العلماء ٿيا آهن، هڪ پارسي ۽ ٽي مسلمان.

سنڌ پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبري ... (۱۹۵۰-۱۹۵۵ع)

هن جليل القدر عهدي جون ذمہ واريون نهايت ايمانداريءَ، ديانتداريءَ ۽ تندهيءَ سان بجا آندائين. انهيءَ سان گڏو گڏ علمي ۽ ادبي خدمتون لڳا تار ڪندو رهيو.

بيت الله جو حج ۽ اسلامي ملڪن جو سير و سفر ... ... (۱۹۵۵ع)

۱۹۵۵ع ۾ ڪجهه مهينن جي موڪل وٺي پنهنجي ڪٽنب سميت حج ۽ اسلامي ملڪن جو سفر ڪري خير ۽ سلامتي سان موٽيو.

اولهه پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن جي ميمبري ... ... (۱۹۵۵-۱۹۵٦)

”ون يونٽ“ جي عمل ۾ اچڻ کان پوءِ علامه مرحوم اولهه پاڪستان پبلڪ سروس ڪميشن تي ميمبر طور ڪنيو ويو، جنهن ڪي هڪ سال عرصو ڪاميابيءَ سان نڀائي، ١٩٥٦ع ۾ پينشن ورتائين. تنهنکانپوءِ هو ڪراچي ۾ موٽي آيو ۽ وري پاڻ کي، سرگرمي سان، علمي ۽ ادبي خدمتن سان وابسته رکيائين.

لاهور جي دوران قيام ۾ هو پنجاب يونيورسٽيءَ جي علمي ۽ ثقافتي سرگرمين ۾ اهم حصو وٺندو هو ۽ اتي جي اهل علم ۽ فضلاء کي پنهنجي علمي قابليت ۽ اعليٰ اخلاق جو قائل بنايو.

سنڌي ادبي بورڊ جي ادبي ”مخزن مهراڻ“ جي ادارت ۽ شعبهءِ تصنيف و تاليف جي نگراني —————— (١٩٥٧)

رٽائرڊ ٿيڻ کانپوءِ مرحوم علامه دائود پوٽي جون خدمتون سنڌ جي مشهور ادبي اداره ”سنڌي ادبي بورڊ“ جي شعبهءِ تصنف و تاليف ۽ ادارت”مهراڻ“ رسالي لاءِ حاصل ڪيون ويون. هن پيرانه سالي‌ءَ جي عمر ۾ به هو نهايت محنت ۽ مشقت سان علمي ۽ ادبي خدمتون سرانجام ڏيندو رهيو.

مرحوم علامه دائود پوٽو ڪيترن ملڪي ۽ غير ملڪي ثقافتي ادارن جو رڪن هو ۽ سنڌ لاءِ باعث ناز هو. هو مصر جي ”فواد يونيورسٽي“ جو ”مراسل ميمبر“ هو. ”پاڪستان - ايران ثقافتي انجمن“ جو ميمبر هو. سنڌ تاريخي سوسائٽيءَ ۽ ٻين ڪيترن ادبي ۽ ثقافتي ادارن جو سرگرم رڪن هو. هو ”سنڌي ادبي سوسائٽي“ ڪراچي جو باني هو ۽ انهي سوسائٽيءَ جي ڪم جي ترقي لاءِ پاڻ پتوڙي رهيو هو. ٿورن لفظن ۾ هيئن چوڻ واجب ٿيندو ته ”ڊاڪٽر صاحب مرحوم پاڻ هڪ انفرادي شخصيت کان بلند هڪ علمي ۽ ادبي تحريڪ يا علمي ادارو هو.“





مرحوم شمس العلماء عمر بن محمد دائود پوٽو ۽ عزيزي قمرالدين عيسيٰ دائود پوٽو سندن سڀ کان ننڍو صاحبزادو. (سال ١٩٥٤ع)



علم جو آفتاب غروب ٿي رهيو آهي يعني مرحوم شمس العلماء کي تربت ۾ لاٿو وڃي پيو. (٢٣ نومبر ١٩٥٨ع)



مرحوم شمس العلماء جي ڀٽ شاه تي جنازي جي نماز ادا ٿي رهي آهي. (٢٣ نومبر ١٩٥٨ع)

---

مرحوم شمس العلماء جي تربت جي اولهندي پاسي ڀٽائي (رح) جي مشهور فقير، تمر فقير جي روضي جو دروازو نظر اچي رهيو آهي. (آگسٽ ١٩٥٨ع)







”پنهونءَ پيراندي، نماڻي نصيب ٿي“ (ڀٽائي) (رح)
(تعمير لوح تربت آگسٽ ١٩٥٩ع)

---

مرحوم شمس العلماء جي تربت ڀٽائي (رح) جي پيراندي ۾ تربت جي پس منظر ۾ ڀٽائي جي روضي جي چوڌاري نظر اچي رهي آهي.
(تعمير تربت آگسٽ ١٩٥٩ع)



پڇاڙي تائين، جنهن جانفشاني ۽ محبت ڀريل محنت سان، هن ايمانداريءَ ۽ اخلاق جي مجسمي، شاه ڀٽائيءَ جي رسالي تي پورهيو ڪيو، اهو يادگار رهندو. علمي عشق ۽ ادبي اوصاف اهڙي هئس جو ڪتابن سان اڪثر وقت وهڻ جي باوجود دل نه ڀئي ڍاپيس. فيبروري ١٩٥٨ع واري دل جي دوري کانپوءِ، ڪيترن موقعن تي، کيس هي چوندي ٻڌو ويو ته: موت کان، في الحال، نجات شايد انڪري ملي آهي، جو قدرت کي مون کان ڪو اهم ڪم وٺڻو آهي.“ وقت پنهنجي رفتار سان گذرندو رهيو ۽ هي ”ڪٽ ٻه، ڪنب ٻه“ واري اصول تي پنهنجي زندگي بسر ڪندڙ انسان، هڪ هڪ منٽ کي غنيمت ڄاڻندي، پنهنجي ڪوشش کي تيزتر ڪندو ويو. ايتري قدر، جو روزانه ايندڙ دوست ۽ احباب، سندس جوانن واري جوش و خروش کي ڏسي حيرت ۾ پوندا هئا. آخر ١٩ نومبر ١٩٥٨ع جو اهڙو ڏينهن به آيو، جنهن ۾، پنهنجي هڪڙي دوست سان فون تي ڳالهائيندي، نهايت اطمينان ۽ دلي صدق سان، کيس هي چوندي ٻڌو ويو ته: ”منهنجي طبيعت ته درست آهي، پر مان موت جي آجيان ڪرڻ لاءِ تيار آهيان، چو ته هن وقت وڃڻ تي مونکي افسوس ڪونه ٿيندو، مون کان جيڪي ٿي سگهيو ٿي سو مون ڪيو آهي.“ شايد، هن ساده ۽ صاف دل رکندڙ داناءُ ٻوڙهي کي پنهنجي موت جي پيالي جا پرون پنجي ويا هئا ۽ انڪري ئي اهڙي صاف گوئي (جا سندس عادت هئي) ۽ نهايت سنت ايندڙ واقعي جي خبر سندس پنهنجي واتان اعلان ٿي رهي هئي. ان کانپوءِ، ٽئين ڏينهن يعني ٢٢ نومبر ١٩٥٨ع تي، هن سنڌ جي محبوب ۽ مقبول شخص پنهنجي عزيزن، دوستن، شاگردن ۽ عقيد تمندن کي، هميشه لاءِ الوداع چئي، دائمي فراق جو غم ڏيئي، راه رباني ورتي (انا لله وانا اليه راجعون).

اڄ نه اوطاقن ۾ - طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
هو، جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

(عزيز الرحمان ٻگهيو)

”هڪ دوست خبر ڪئي ته جڏهن هندوستان جي مشهور محقق ۽ موجوده اسلامي دنيا جي وڏي مفسر ۽ عالم مولانا ابوالڪلام آزاد (رح) ”تاريخ معصوميءَ“ مرتبه ڊاڪٽر دائود پوٽي جي مقدمي ۽ تعليقات ڪي ڏٺو تڏهن فرمائون لڳو ته ”سر زمين سنڌ اجا محققن ۽ عالمن کان خالي نه آهي.“

(مولانا غلام مصطفيٰ قاسمي)



ٻيو ضميمو

# مرحوم علامه دائود پوٽي جون تصنيفون

(١) ڇپيل ڪتاب :-

(١) طيبات سعدي :- متن، تعليقات ۽ انگريزي ترجمو ——— ١٩٢٣ع

(٢) شاه جو رسالو :- سرگواسي پروفيسر گربخشاڻيءَ سان شرڪت (٣ حصا) ——— ١٩٢٣-٣٠ع

(٣) مرشد المبتدي :- پهريون ۽ ٻيو حصو ——— ١٩٢٩-٣١ع

(٤) روائح بوستان منتخبات، تمهيد، تعليقات ۽ ترجمي سميت ١٩٣٤ع

(٥) سياست نامه نظام الملڪ :- ——— ؟

(٦) نفحات حافظ :- منتخبات مع تمهيد ——— ؟

(٧) عيار دانش ابوالفضل ——— ١٩٣٤ع

(٨) قطعات ابن يمين منتخبات، تمهيد، تعليقات ۽ ترجمي سميت ١٩٣٨ع

(٩) سفرنامهءِ ناصر خسرو :- تمهيد، تعليقات ۽ ترجمو ——— ١٩٣٨ع

(١٠) روشنائينامهءِ ناصر خسرو :- ——— ١٩٣٨ع

(١١) سنڌي نثر ۽ نظم جو انتخاب (بمبئي يونيورسٽيءَ لاءِ) ——— ١٩٤٠ع

(١٢) انتخابات نثر ۽ نظم فارسي (بمبئي يونيورسٽيءَ لاءِ) ——— ١٩٣٦ع

(١٣) سرها گل :- تمهيد، تراجم ۽ تعليقات ——— ١٩٣٢ع

(١٤) مجموعه النثر و النظم (عربي) ——— ١٩٣٢ع

(١٥) سنڌي نظم ——— ١٩٤٤ع

(١٦) چونڊ سنڌي نثر ۽ نظم (٣ ڀاڱا) ——— ١٩٤٨ع



(١٧) تاريخ معصومي (فارسي) تمهيد، حواشي، تعليقات ۽ استدراڪات ۽ فهارس ——— ١٩٣٨ع

(١٨) تاريخ چچنامه (فارسي) ——— ١٩٣٩ع

(١٩) منهاج العاشقين ——— ؟

(٢٠) بيان العارفين ——— ١٩٣٧ع

(٢١) ابيات سنڌي (شرح سان) ——— ١٩٣٩ع

(٢٢) ڪلام گرهوڙي :- تمهيد، تعليقات وغيره ——— ١٩٥٧ع

(٢٣) عربي شاعريءَ جو فارسي شاعريءَ تي اثر (انگريزي) ——— ١٩٣٤ع

(٢٤) "سروي آف ماس ايجوڪيشن" (انگريزي) ——— ١٩٣٧ع

(٢٥) حمزه الاصفهاني جي تاريخ مان هڪ باب جو ترجمو (انگريزي)، ؟

(٢٦) مدارج القرائت العربيه (٣ حصا) ——— ١٩٥٠ع

(٢٧) دروس العربيه (٤ حصا) ——— ١٩٥٣ع

(٢٨) آغاز فارسي (٤ حصا) ——— ١٩٥١ع

(٢) زير طبع :-

(١) ابن خلدون جي مقدمه جو انگريزي ترجمو

(٢) عربي ادب و تمدن اندلس ۾ (انگريزي)

(٣) زير ترتيب :-

(١) شاه جو رسالو مع فهارس و ڪنوز (سنڌي ادبي بورڊ جي اهتمام هيٺ)

(٢) ينابيع الحيواه الابديه (سنڌي ادبي بورڊ جي اهتمام هيٺ)

(٣) ڪتاب النجات (ابن سينا) جو سنڌي ترجمو (سنڌي ادبي بورڊ جي اهتمام هيٺ)




(٤) مقدمه ابن خلدون جو سنڌي ترجمو (سنڌي ادبي بورڊ جي اهتمام هيٺ)

(٥) ميين عيسى جو ڪلام (سنڌي ادبي سوسائٽيءَ ڪراچيءَ جي اهتمام هيٺ)

(٦) غلام محمد خانزئي جو رسالو (سنڌي ادبي سوسائٽي ڪراچيءَ جي اهتمام هيٺ)

(٧) مرشد المبتدي (ٻيون حصو) ——————— (خود)



”اسين ۽ ماستر صاحبن جون ڏاڍيون خدمتون چاڪريون ڪندا هواسين. گرميءَ ۾ جهليون چڪيندا هواسين، سندن گهرن جو پاڻي ڀريندا هواسين ۽ ٽڪبا هوا ته ڪپڙا ڀيڙون ۽ ڌيندا هواسين. پيرن ۽ ٽمن سان سندن لاءِ ڏندڻ وڍيندا هواسين. هڪ پيري ماستر مدتداس لاءِ ڏندڻ ڇهليندي منهنجي ڪاٻي هٿ جي اشهد آگر مٿينءَ ڏوڏي ڪان ڪٽجي پئي. هي سڀ ڪم پنهنجي راءِ رضا سان ڪندا هواسين ۽ ماسترن جي شيوا ۾ اسان کي خوشي ٿيندي هئي. پاڻ ۾ نهايت مهربان ۽ جفاڪش هوندا هئا. صبح کان وٺي سانجهيءَ تائين اسان کي پاڙهيندا هوا. سندين روش ھ ٺوڪن ماسترن کان بلڪل علحدي هوندي هئي.“

(مرحوم دائود پوٽو)



## مرحوم شمس العلماء دائودپوٽي جي زندگيءَ تي ڪهڙين شخصيتن جو اثر پيو؟

( سندن لفظن ۾ )

١. سندن ڏاڏو مرحوم ميان عبدالمطلب دائود پوٽو.

”اچا ننڍو ئي هوس ته ڏاڏي صاحب رحلت ڪئي. مونکي پوري يادگيري آهي ته ڪهڙي طرح ان مونکي پنهنجن پوين پساهن وقت پر ۾ ورهايو هو ۽ ڪئن ته نهايت آرام ۽ اطمينان سان پنهنجي جان ۾ جان آفرين کي سپرد ڪيائين. سندس وفات منهنجي معصوم دل کي سخت صدمو پهچايو.“

٢. سندن والده ماجده مرحومه مائي صفورا:

”امان جان، جنب پيهي گذران ڪندي هئي. هڪ بهادر جوڌي عورت هئي. ڇهه فوٽ ته قد هوس، پاڻس حاجي موسو، جو پنهنجي پهلوانيءَ ڪري ساري پسگردائيءَ ۾ مشهور هو، تنهن جيترو بار مٿي تي کڻي ويندي هئي. جيڪڏهن هن ضعيف ۾ ڪا استقامت ۽ ذهانت آهي ته اها ”تري شناس“ جي چوڻ موجب والده شريفه جي ڪري ئي آهي.“

٣. سندن والد ماجد مرحوم ميان حاجي محمد دائود پوٽو:

”بابو سائين هڪ نهايت ساده مزاج، نيڪو ڪار، متقي ۽ سخي مرد هو. پيو ھڙ ۾ نہ هوندو هوس تہ ڪپڙا ئي لاهي محتاجن کي ڏيئي ڇڏيندو هو ۽ پاڻ رکو چادر يا اجرڪ (ازرق) جي گوڏ ٻڌي اچي گهر نڪرندو هو. ٻڍاپڙيءَ تائين سندن اها گت هلندي آئي.“

٤. سندن پهريون استاد (سرڪواسي) ماستر چيٽانند:

”پير مرد، سفيد ريش، وڏي ڏيا ۽ حشمت وارو شخص هو. سونهاري ۽ منهن پيا جرڪندا هئس. انهن ڏينهن ۾ ٽلٽيءَ جو اسڪول سنڌ ۾ برک هو.“

٥. مرحوم قاضي عبدالوهاب بوبڪن وارو:

”پهرين يا ٻئي درجي ۾ هوس تہ قاضي عبدالوهاب صاحب بوبڪن وارو اسان جو امتحان وٺڻ آيو. سليٽن تي صورتخطي لکايائين. جڏهن مان پنهنجي سليٽ وٽس کڻي ويس، تڏهن مون کي چيائين تہ ”اکر لکيا اٿئي يا ڏنڊي ماڪوڙن جون ٽنگون؟“ انهيءَ طعني تمام ڪري ڇڏيو. پوءِ اندان پرڻ ۽ مشق پڃائڻ رستي پنهنجا اکر سڌاري ورتم. اهو تربيت جو اثر اڃا هليو اچي ۽ هميشه پنهنجن شاگردن کي سٺن اکرن لکڻ جي ترغيب ڏيندو آهيان، ڇاڪاڻ تہ منهنجو عقيدو آهي تہ اکر اخلاق تي وڏو اثر وجهن ٿا.

٦. مرحوم محمد ابراهيم سومرو، اسڪولن جو انسپيڪٽر:

”١٩١٠ع جي آخر آهي ۽ مرحوم محمد ابراهيم سومرو،



اسڪولن جو انسپيڪٽر امتحان وٺڻ لاءِ آيو آهي. منهنجي هوشياري ۽ ڦڙتائي ڏسي حيرت جو آڱريون ڏندن ۾ وڌائين، چي، ”ارمان جي ڳالھ آهي، جو ههڙو املھ ماڻڪ لڙ ۾ پيو هجي!“ سو يڪدم هيڊ ماستر کي حڪم ڏنائين تہ نئين سال شروع ٿيڻ تي مون کي انگريزي اسڪول ۾ موڪليو وڃي. هتي منهنجي حياتيءَ ۾ وڏو ڦيرو اچي ٿو.“

٨. ماستر سرڪواسي ٽڏارام، سندن انگريزيءَ جو پهريون استاد:

”اسان جو استاد مسٽر ٽڏارام، مون کي گهڻو پائيندو هو. لائق با اخلاق شخص هو. اسان کي پهرين نصيحت هيءَ ڏنائين تہ (چڱا ٿيو ۽ نيڪي ڪريو) “Be good and do good„ اهو مٽو منهنجيءَ حياتيءَ جو نصب العين رهيو آهي.“

٨. حضرت خواجه حسن جان سرهندي عليہ الرحمة:

”مان خواجہ حسن جان سرهندي عليہ الرحمة جو مريد ٿيس، جنهن الله تعاليٰ کي دائما دل ۾ ياد ڪرڻ، سچ ڳالهائڻ ۽ پاڪ حياتي گذارڻ جي تلقين ڏني. انهيءَ بزرگ جي هدايت ڪري منهنجي زندگي هميشہ لاءِ سڌري پئي، جو گذريل سٺ سالن ۾ مون ڪان ڪو ڪڏو ڪم ڪونہ ٿيو آهي. هميشہ سچا ۽ پاڪباز رهيو آهيان ۽ ڪنهن تي بہ اک ميري نہ ڪئي اٿم.“

٩. حضرت مولانا غلام محمد ملڪاڻي عليہ الرحمة:

”مامو عبدالڪريم ٻڻ چڱو روحانيت وارو هو. هان ملڪاڻي بزرگ ميان غلام محمد صاحب جو خاص مريد هو. مان بہ ساڻس بعضي بعضي بزرگن جي زيارت ۽ وعظ ٻڌڻ لاءِ ملڪاڻين ويندو هوس. بزرگن جي

کھڙي واکاڻ ڪجي! مريد ڪين عزت وچان "صاحب سڳورا" ڪري سڏيندا هئا. وڏي ڏيا ۽ حشمت وارا هئا. جهڙو عاليشان ڏيل هون، تهڙو ئي اندر آئيني وانگر اجريل هون. ڏسنديئي هنيون پاڻي ٿي ويندو هو. ڪيترائي سنگدل ۽ هاڙها چور سندن صحبت ۾ سڌري روحاني درجي تي پهتا. سندن آواز سوزناڪ ۽ دهشت وارو هو. جڏهن وعظ ڪندي شاه جا بيت فراق مان چوندا هئا، تڏهن سندن اکين جا ناريا لمندا هئا ۽ ماڻهن ۾ سخت گريو ۽ روج راڙو پئجي ويندو هو. هنڌ ماڙيون ۽ حجرا سڀ انهيءَ درد جي دانهن ۾ گونجندا هئا. اجهو هينئر به الفاظ لکندي اکين مان پاڪ ڳوڙها نڪري ڳلن تي ڳڙي پيا آهن."

١٠. مرحوم مولوي عبدالڪريم پنو:

'لاڙڪاڻي مدرسي جي بورڊنگ هائوس جو ناظر، مولوي عبدالڪريم پنو مون کي ازحد پيار ڪندو هو ۽ پنهنجي پٽن عبدالغفور ۽ عبدالمجيد جهڙو ڪري ليکيندو هو. اڪثر پاڻ سان گوٺ وٺي ويندو هوم. منهنجو فارسيءَ سان چاه ڏسي، مون کي يوسف زليخا پاڙهڻ شروع ڪيائين. سرتمام مٺو هوندو هوس. پٺي چٽا الحان سان گڏجي پڙهندا هئاسين ڏاڍو رس ايندو هو.'

١١. مرحوم قاضي غلام نبي پاٽائي (اڳيون ڊي. پي. آءِ. سنڌ:)

"اصل پاٽ جو ويٺل ۽ علي ڳوٺ جو پڙهيل هو. مڙس بت ۾ پُريل ۽ عمدو لباس ڍڪيل، نئين فرينچ ڪٽ ڏاڙهي رکيل ۽ پيڪي دار هو. سندس ڳالهائڻ گنڀير، ڏنڪ وارو ۽ بلند هو ۽ حرف حرف چِبي چِٿي ٿي ڪڍيائين. سندس پيشانيءَ مان نجابت ۽ نياڻ جو نور پيو بکيو...

مرحوم قاضي صاحب، رئيس غلام نبي جي فضيلت، شرافت ۽ قابليت



جي ڪهڙي ڳالهه ڪجي! پنهنجو ست پاڻ هو. انجو منهنجي حياتيءَ ۾ وڏو هٿ آهي.

١٢. مسٽر ڊي. پي. ڪوتوال وائيس پرنسپال سنڌ مدرسه ڪراچي:

"مسٽر ڊي. پي. ڪوتوال. سنڌ مدرسه ڪراچيءَ جو وائيس پرنسپال هو. مگر پرنسپال. ٽي. ايچ. وائينس جي موڪل تي وڃڻ ڪري پرنسپالي جو عهدو پڻ هلائيندو هو. نهايت لائق فائق شخص هو. اگرچه مذهبي نقطهءِ نظر کان زرتشتي هو، ليڪن ٿياسافسٽ هئڻ سبب، ولس مذهبي مت پيد ڪونه هوندو هو ۽ سڀني کي هڪ جهڙو ڪري ڀانئيندو هو. اڪثر چوندو هو ته "الله پاڪ مرڪز آهي ۽ اسين آهيون گهيري تي مختلف ٽِڪا، جيڪي مرڪز کان برابر فاصلي تي آهن. انهيءَ وقت عمر جو ڪرڙوڊ هو. اونهاري سياري چٽي ڪلهي تي رکندو هو. سندس ڊگهي ڏاڙهي ۽ اڙيل مڇون سندس وات ڍڪي ڇڏينديون هيون. ڪنڌ هميشه هيٺ هوندو هوس ۽ اکيون مشعلن وانگر ٻرنديون هيس. سندس زيرلب گفتي ۾ ايڏو ته اثر هوندو هو، جو ڪوبه شاگرد ساڻس گستاخ نه ٿي سگهندو هو".

١٣. سيد ميران محمد ۽ حسن علي خانبهادر ولي محمد:

"سنڌي شاگردن ۾ منهنجي از غيبي رغبت سيد ميران محمد شاه ۽ مدرسي جي باني حسن علي آفنديءَ (رح) جي پوٽي ۽ خانبهادر ولي محمد (رح) جي فرزند حسن عليءَ سان هئي ۽ هو به مون کي گهڻو ڀانئيندا هئا. شاه صاحب سان، باوجود زماني جي تقليبات ۽ بيوفائن جي، ساڳيو ڀائپي ۽ دوستيءَ جو رشتو هلندو اچي."

دور دستان رابنعمت ياد کردن همت است
ورنه هر نخلي بپاء خود ثمرمي افکند.

### ۱۴. ٺٽي جا سيد:

ٺٽي جا سيد ساوا ستابا مهمان نواز هوا. سيد ميران محمد شاه جو والد سيد زين العابدين شاه عرف چگل شاه ۽ چاچو سيد ميران محمد شاه مون تي گهڻو مهربان هوا. هن سنڌ جي وڏي اديب سيد اسدالله شاه ۽ سندن پڳدار سيد عبدالحڪيم شاه مون تي هٿ رکيو. سڀ مٽيادار ۽ گهڻن جا گهير هئا. سندن منهن موڪرا، سلوڻا سونهن وارا هئا. سندن مٿن تي اڇون پڳون يا زردار لنگيون نهايت سهڻيون لڳنديون هيون. سندن شهمو، يا سفيد ڏاڙهيون سندن ڏيل کي وڌيڪ ڏيادار بنائينديون هيون.

### ۱۵. مسٽر وائينس پرنسپال سنڌ مدرسه الاسلام ڪراچي:

مسٽر وائينس مدرسي جو ٽيون پرنسپال هو ۽ علي ڳڙهه مان پروفيسري ڪمائي هتي آيو هو. مدرسي جيڪا نمايان ترقي هن صاحب جي اياماڪاريءَ ۾ ڪئي، تنهن جي تاريخ شاهد آهي. ڏاڍو هڏ ڏوکي هو ۽ هوشيار شاگردن تي ساه ڏيندو هو. پنهنجي هڙان وڙان غريب شاگردن جي مدد ڪندو هو. پڇاڙيءَ تائين مدرسي جي خدمت ڪيائين ۽ خدمت ڪندي پنهنجا پران تياڳيائين. وائينس صاحب جو مون تي گهڻو هٿ هو ۽ جيڪي چوند هوسانس، تنهن کان ڪنڌ نه ڪڍائيندو هو.

### ۱۶. مولانا حاجي عبدالرحيم منگسي:

انوقت مستحق مسلمان شاگردن لاءِ فقط چار سرڪاري اسڪالرشپون هيون. مان جو سنڌ ۾ پهريون نمبر آيو هوس، سو يقين هوم ته انهن مان هڪڙي اسڪالرشپ ضرور ملنديم. ليڪن انهيءَ وقت اسڪالرشپ جي ماهوار رقم رکو ويهه روپيا هئي. ازانسواءِ ڪاليج مان ڏهه روپيا اسڪالرشپ



مان جي اميد هئي، پر ٽيهن روپين مان چار سري ۽ ڪاليج جون ڳريون فيون ۽ هاسٽل ۾ رهڻ جو خرچ ايتري مبلغ مان ڪيئن پورو ٿئي ها، تنهن ڪري هاسٽل جي عيشي زندگي جو خيال لاهي ڇڏيم. ازانسواءِ گهرجي توڙ کي منهن ڏيڻو هوم. عين انهيءَ حيص بيص ۾ الاهي هٿ غيب جي پردي مان هويدا ٿيو. مرحوم مولوي حاجي عبدالرحيم منگسي سچي نيت سان اچ ڪئي ته اچي اسان وٽ رهه. جيڪڏهن هيءُ صاحب اها راه ۽ بزرگ منشي انهيءَ وقت نه ڏيکاري ها ته هوند آوارو ٿي وڃان ها."

من بسر منزل عنقا نه خود بردم راه،
قطع اين مرحله با مرغ سليمان کردم.

### ۱۷. پرنسپال صاحب سنگ چندا سنگ شاهاڻي:

"مڙس جهڙو هو قداور ۽ شاندار، تهڙو هو سندس ڳالهائڻ جو نمونو اثردار. پنهنجي ڪاري علمي جبي ۾ نهايت حشمتناڪ ۽ ڏياوار ڏسڻ ۾ ٿي آيو. مون تي سندس هٿ هوندو هو ۽ پڇاڙيءَ تائين اهو استادائو پرياءُ رکندو آيو. منهنجا اکر وڻندا هئس. فارسيءَ ۽ سنڌيءَ جا شعر اڪائي پاڻ وٽ رکندو هو.

### ۱۸. پروفيسر ٽي. ايم. آڏواڻي:

سندس محبت ۽ پيار ۾ هيل تائين هاندو اچي. اڄ ڪالهه هو بمبئي يونيورسٽيءَ جو وائيس چانسلر آهي، جو هڪ سنڌيءَ لاءِ وڏي فخر جو باعث آهي. انهن ڏينهن ۾ ڳڀرو جوان هو. شڪل ۾ شيلي شاعر جهڙو شڪيل، ڪپڙين لٽين پوشيدو ۽ مکيو چکيو، هلت چلت ۾ نرالو، آواز ڪڙڪيدار ۽ عمدو ضابطو رکندڙ هو.

٠١٩ پروفيسر ڊاڪٽر هوتچند مولچند گربخشاڻي :

”سندس ناتو هن ضعيف سان گهڻو گهاٽو رهيو آهي، جو اڪثر هلي نروار ڪبو. سنديس پدرانه شفقت يا عمر نه وسرندي“

٠٢٠ پروفيسر مسٽر رضا محمد شيرازي :

”به حيثيت انسان جي هو هڪ پلا ٻن جو پندار، شفقت ۽ رافت جو پتلو هو سندس هڪ فارسي بيت اڃا نه وسريو اٿم“ :

گر مخير بکنندم بقيامت که چه خواهي؟
دوست مارا، وهمه نعمت فردوس شمارا



چوٿون ضميمو

غريق ـ رحمت

١٩٥٨ع

هرگز نه ميرد آنکه دلش زنده شد بعشق
ثبت است بر جريدهٔ عالم دوام ـ ما



# مرحوم شمس العلماء ڊاڪٽر دائود پوٽي جي وفات جون تاريخون

ڊاڪٽر شيخ محمد ابراهيم "خليل"

ڪيم فڪر تاريخ ـ رحلت "خليل" اڄ
ته هاتف چيو مونکي لکه "مدح مغفور"

١٣٨٧ ھ

چراغ ـ بزم ـ ادب گل ڪيو جو باد ـ اجل
ٻڌي اديب ٿيا سنڌ جا گهڻا محزون ،
"خليل" لکه سر ـ اخلاص سان وفات جومال
پٺاڻي شاه جي ويجهو وڃي ٿيو مدفون

١٣٧٨ = ١ + ١٣٧٧ ھ

خليل انجي مزار ته لک
تون سال ـ رحلت ـ "غريق رحمت"

١٩٥٨ع

سليم "ڳاڙهوي"

عالمن جو شمس روشن اوچتو اڄ ٿيو غروب

٢٢ نومبر ١٩٥٨ع
جنهن هنايو هوا انڌارو ، سوڪلائي ويو هليو

**حافظ محمد "احسن" چنا**

سال رحلت چيو هاتف تہ "غريق رحمت"

۱۹۵۸ع

حق جو طالب ديدار ويو ڪين وريو

**رشيد احمد لاشاري**

"ڊاڪٽر دائود پوٽہ درجنان بوده" منجهان

(۱۳۷۸ ھ)

آہ هجري اي "رشيد احمد" سندس رحلت جو سال

**عبدالله "اثر" لاڙڪانوي**

شمس برشمس راز عزلت گفت

روز ادب در پيام فرقت گفت

۷

ماہ هو اي "اثر" زهي تاريخ

۲۲ ۱۱

سال رحلت "غريق رحمت" گفت

۱۹۵۸ع

**پروفيسر لطف الله بدوي**

"غريق رحمت"

۱۹۵۸ع

زندہ جاويد دنيا ۾ رهي اهل ڪمال

ان جي قدسي ذات، ان کان پوءِ بہ مسجود حيات.

جي ائين آهي، "عمر دائود پوٽہ" زندہ آهہ،

قبر جي تاريڪ سايہ ۾ بہ آو تابندہ آهہ.



**مولانا محمد صادق رائيپوري**

۱ سال نقلش ز عقل طلبيدم گفت "صادق" "غريق رحمت" دان

۱۹۵۸ع

۲ چنان سال تاريخ صادق نوشت "فضيلت پناه شد بدار القرار"

۱۳۷۸ هجري

